جلد نيو

پارٽ ۾
ورهاڱي کانپوءِ جون

# بهترين سنڌي
# ڪهاڻيون

جنرل ايڊيٽر: لعل پشپ

ايڊيٽر —

موهن ڪلپنا

# پاٺڪن جي ڌيان تي

(۱) موهن ڪلپنا جي هن چونڊ ۾ وشنو ڀاٽيا جي ڪهاڻي 'ڀونگي ۽ ڀونگي' ۽ آنند کيماڻي جي ڪهاڻي 'ٽڪرا ٽڪرا' ڏيڻ کان قاصر آهيون جو صفحا وڌي ويا آهن. ايشور چندر جي ڪهاڻي ڏني وئي آهي جيڪا جلد نمبر ۾ ڏنل پڌرائيءَ ۾ ڇاپيل ڪونه هئي.

(۲) "ڀارت ۾ ورهاڱي کانپوءِ جون بهترين ڪهاڻيون" جي عنوان هيٺ اسان ستن جلدن ڪڍڻ جي پڌرائي ڪئي هئي. ڪن سببن جي ڪري اسان ان سلسلي کي ڇهن جلدن تائين سماپت ڪيون ٿا. هيءَ ڇهون جلد توهانجي هٿن ۾ آهي. چوٿون، آخرين، گني سامتاڻيءَ جي چونڊ ڏني ويندي. باقي ٽن ليکڪن لعل پشپ، آنند کيماڻي ۽ شيام جئسنگهاڻيءَ جي چونڊ رد سمجهي وڃي.

(۳) جن گراهڪن ساليانو چندو جنوري ۱۹۷۵ کان ڀريو آهي تنجو چندو هن ڪتاب موڪلڻ سان پورو ڪجي ٿو. ۱۵ رپين جي ساليانی چندي ۾ اسان توهان کي ۲۰ رپين جي ڪتابن کان به وڌيڪ ڏنا. چندي ۾ توهانکي هيٺيان چار ڪتاب ڏنا ويا:

(۱) ڀارت ۾ ورهاڱي کانپوءِ جون بهترين ڪهاڻيون-
جلد (۱) چونڊ، گوبند مالهي ۶-۰۰
(۲) جلد (۲) چونڊ: ڪرشن راهي ۶-۰۰

(٣) جلد (٣) " : موهن ڪلپنا ٦-٠٠

(٤) تڏهن ۽ هاڻي (ناول) ليکڪ: لعل پشپ ٥-٠٠

يعني ١٥ رپين جي ساليانه چندي ۾ اسان توهانکي جملي ٢٣ رپين جا ڪتاب ڏنا.

**سال ١٩٧٦ جو چندو هن ڪتاب ملڻ شرط موڪليو ڇو ته پهريون ڪتاب نئين سال جي پهرين ڏينهن تي توهانکي موڪليو ويندو.**

اسانجو نئين سال جو پروگرام

(١) ڀارت ۾ ورهاڱي کانپوءِ جون بهترين ڪهاڻيون- جلد (٤) چونڊ: گدو سامتاڻي قيمت اوچو پنو ٦-٠٠
سادو پنو ٥-٠٠

جنوري ١٩٧٦ ۾ ظاهر ٿيندو.

(٢) اپراجتا (ٻيون ڇاپو) ليکڪ: گدو سامتاڻي. قيمت اوچو پنو ٥ رپيا سادو پنو ٤ رپيا. هيءَ ڪهاڻين جو مجموعو آهي جنهنکي ١٩٧٢ لاءِ ساهت اڪاڊمي انعام مليو هو. مارچ ۾ ظاهر ٿيندو.

(٣) هنجي آتم جو موت (ٻيون ڇاپو) ليکڪ: لعل پشپ قيمت اوچو پنو ٦-٠٠ رپيا. سادو پنو ٥-٠٠ رپيا. هيءَ ناول جنهنکي سال ١٩٧٤ لاءِ ساهت اڪاڊمي جو انعام مليو هو. ميءِ ٧٦ ۾ ظاهر ٿيندو.

(٤) پيار جي پياس (ٻيون ڇاپو) ليکڪ: گوبند مالهي. قيمت اوچو پنو ٨ رپيا. سادو پنو ٦ رپيا. هن

ناول کي ۱۹۷۳ لاءِ ساهت اڪاڊمي جو انعام مليو هو. آگسٽ ٧٦ ۾ ظاهر ٿيندو.

(۵) هڪ غير واقف عورت جو خط (ناول) جڳ پرسد ليکڪ اسٽيفن زويگ جي مهان رچنا. هڪ وچولي عمر جي ليکڪ ۽ ننڍيءَ نينٽيءَ الڙ ۽ اَبوجهه نينگريءَ جي انوکي پيار جي ڪهاڻي. انوادڪا آهي ڪويتا پشپ. قيمت اوچو پنو ۴ رپيا. سادو پنو ۳ رپيا. آڪٽوبر ٧٦ ۾ ظاهر ٿيندو.

(٦) قرض جي درخواست (ڪهاڻيون) ليکڪ: لعل پشپ اوچو پنو قيمت ۴ رپيا. نومبر ٧٦ ۾ ظاهر ٿيندو.

## مٿي ڏنل پڙهائيءَ ۾ ڏسندا

سال ۱۹٧٦ ۾ اسان هيٺيان ٽي ڪتاب جنکي ساهت اڪاڊميءَ جو انعام مليل آهي. وري ڇپي رهيا آهيون ڇو جو صفا خلاص آهن ۽ پاڻڪن جي زبردست ڇڪ آهي!

(۱) **هندي آتم جو موت** (ناول) ليکڪ: لعل پشپ

(۲) **آپوا حڌا** (ڪهاڻين جو مجموعو) ،، گنو سامتاڻي

(۳) **پيار جي پياس** (ناول) ،، گوبند مالهي

اڄ ئي ساليانو چندو ۱۵ رپيا روانو ڪري شاندار ڪتاب گهر ويٺي حاصل ڪريو. ائڊريس:

PIRHA PHHUTI 7, Krishna Kutir,
Khar-Pali Rd, Bombay-52.

پڙهه ڦٽي معنيٰ پرياس

پڙهه ڦٽي معنيٰ ريگيولر پبليڪشن

ساليانو چندو

ڀارت لاءِ ١٥ رپيا. ڀارت کان ٻاهر ٢٥ رپيا

ڏهن سالن جو گڏيل چندو

ڀارت لاءِ ٤٥ رپيا. ڀارت کان ٻاهر ٧٥ رپيا

(ڏهن سالن جو گڏيل چندو موڪلڻ وارن کي ١٠ رپين جا ڪتاب مفت)

زندگي ڀر لاءِ چندو

ڀارت لاءِ ٻه سو رپيا

ولايت لاءِ پنج سو رپيا

(زندگي ڀر چندو موڪلڻ وارن کي ٦٠ رپين جا ڪتاب شروعات ۾ ڏنا ويندا)

## ڏهن سالن جو گڏيل چندو موڪليندڙ

هيٺين ڪتابن مان ١٠ رپين جا ڪتاب مفت گهرائين،

(١) آچيندي لهج مران (ڪوتائون) نارائڻ شيام ٦-٠٠

(٢) جدت جو مفهوم ۽ سنڌي ڪهاڻي هيرو شيوڪاڻي ١٠-٠٠

(٣) تڏهن ۽ هاڻي (ناول) لعل پشپ ٥-٠٠

(٤) ڀردي اڳيان ڀردي پٺيان (ناٽڪ) موتي پرڪاش ٤-٥٠

(٥) مٺڙي تو نه سڃاتو (ڪهاڻيون) ڪرشن کٽواڻي ٢-٥٠

(٦) ڏنگيون ڦڏيون لڪيرون (ناول) هري همٿاڻي ٥-٠٠

(٧) پرچو وديارٿي (جيوني) موهن ڪلپنا ٥-٠٠

ائڊريس: پرهه ڦٽي ٧، ڪرشنا ڪٽير، ڪارٽر بالي روڊ، بامبي-٥٢.

ڀارت ۾
ورهاڱي کانپوءِ جون

# بهترين سنڌي ڪهاڻيون

جلد - ٣

جنرل ايڊيٽر:
لعل پشپ

ايڊيٽر:
موهن ڪلپنا

*Bharat Mein Virhanghe khanpoi joon* BAHATAREEN SINDHI KAHANIYOON *( Best Sindhi Short Stories written after independence of India)* *Volume-3*

*Gen. Editor : Lal Pushp*
*Editor : Mohan Kalpana*
*Cover design & layout : Shyam Jaisinghani*
*Price : Rs. 6/-*
*First edition, October, 1975*

*PRIHA PHHUTI MONTHLY*
*7, Krishna Kutir,*
*Khar – Pali Road,*
*Bombay–52.*




فهرست

ڀارت ۾
ورهاڱي کانپوءِ جون
بهترين سنڌي ڪهاڻيون

جلد - ۴
ايڊيٽر: گدو سامتاڻي

ڪهاڻيون ۽ ڪهاڻيڪار:
سلسلو - هريش واسواڻي
نئين شروعات - انند کيماڻي
لهندڙ چڙهندڙ ڏاڪا - شيام جئسنگهاڻي
بس مان ڪريل هڪ ماڻهو - موهن ڪلپنا
روشنيءَ جو گم ٿيل هڪ ٽڪرو - لعل پشپ
۽ ٻيا.

آساني ساهت ۾ جن تمام تورين ڳالهين تي تمام گهڻا سهمت آهن تن مان هڪ ڳالهه اِها به آهي ته 'ورهاڱي کانپوءِ نڪتل سنڌي ساهت جي سڀ کان سائي سٺي صنف ڪهاڻي آهي.'

پره قنني ڀهرين ڪهاڻي-مخزن جي روپ ۾ اوهان کي ملي ۽ جيسين مخزن-روپ ۾ نڪرندي رهي اُن ۾ نه فقط ڪهاڻيون اصلوڪيون توڙي پارت جي ٻين ٻولين ۽ دنيا ڀر جي چونڊ ڏني ويئي پر تنهنسان گڏ هن شاخ طرف چتائيءَ جو احساس ۽ ماحول پيدا ڪرڻ واسطي ڪهاڻين تي تنقيد پڻ شايع ٿيندي رهي. ان کانپوءِ ڪن سببن جيڪري مخزن کي ناول مالها جو روپ ڏنو ويو ۽ اٽڪل ۷۰ ڪن ناول ڇپيا ويا.

هڪ عرصي کان ڪيترن ليکڪن ۽ ساهت پيارڪن طرفان اِها کوٽ پئي محسوس ڪئي ويئي آهي ته سنڌي ساهت جي هن سيڪان پرپور شاخ جا بهترين پنا هڪ هنڌ گڏ ٿيل ملن ته پاڙهڪن کي انهنجو سواد وٺڻ ۾ سهوليت ٿيندي. اِن کوٽ کي ڪنهن حد تائين پوري ڪرڻ جي ڪوشش ۾ پره قنني هڪ شاهي پروگرام عمل ۾ آڻي رهي آهي. "ورهاڱي کانپوءِ جون پارت ۾ بهترين سنڌي ڪهاڻيون" جي عمومن عنوان

هيٺ ٧ جلد ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

پهرين ١٠٠-١٠٠ صفحن جا ١٢ جلد ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو ۽ ١٢ ليکڪن ـ نقادن کي چونڊ ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو، پر پوءِ هنن مان ڪنهن تحسين جوڳو سهڪار ڪو نه مليو، ڪي مشڪندا رهيا ۽ مانُ ڪري ويٺا (۽ جڏهن هنن کي چيو ويو ته نيڪ آهي، هو هن چونڊ طرف مانُ ئي ڪري ويهن ته هنن تمام گهڻو ڳالهائڻ شروع ڪيو!)، ڪن پنهنجون جينيوئن مجبوريون (يا جينيوئن لڳندڙ مجبوريون) ڏيکاريون، ڪن بيمار ذالن والڳر پنهنجي هر ڳالهه جيان، هن ڳالهه ۾ به بنيادي شڪ ڏيکاريا (۽ هنن جون تهمتون، اتفاق سان، انهن شخصن جي تهمتن سان مليون ويون جن جو پنهنجن ذهن ـ انديشن ـ احساس ڪمترين کان ڪاڻل اندر هن سڄي پروگرام جي قدبت کان ڪنهن ويو هو)، ڪن چونڊ ڪندي ـ ڪري به محسوس ڪيو ته ١٠٠ صفحا تمام ٿورا آهن ۽ گهڻا ليکڪ ٻاهر رهجي وڃن ٿا. تنهنڪري صفحا وڌائي ١٣٠ ڪيا ويا ۽ ١٢ مان ٧ چونڊيندڙ رکيا ويا. جنن سين پيڙهين جي ليکڪن سان انصاف ٿئي، تنهنڪري سين پيڙهين مان چونڊيندڙ ڪنيا ويا. هڪ ليکڪ جي چونڊيل ڪهاڻي، جلدن ۾ دهراءِ کان بچڻ خاطر، جلد بين چونڊيندڙن ۾ ورهائي ويئي. ورهاڱي بعد سنڌ ۾ لکيل ڪهاڻين جي چونڊ لـ رکـي ويئي جو اتانجا سڀ رسالا ۽ مجموعا اسان وٽ ميسر لـ هئڻ جيڪري، بنا شڪ

جي، انهانجي ليکڪن سان بي انصافي ٿئي ها. ۽ هنن
مجموعن جي مکيه مراد سون وٽ اِها به هئي ته جڏهن
خود هنن جا سڀ رسالا ۽ مجموعا سنڌ ۾ موجود ماڻ-
ڪهڙين به سڀاڻين حالتن هيٺ - محال ٿيندا تنهنڪري،
گهٽ ۾ گهٽ، سنڌ جي ليکڪن، پاٺڪن کي خبر
پوندي ته هت بهترين ڪهاڻيون ڪهڙيون لکيون
ويون آهن؛ جيتوڻيڪ هيءَ چونڊ، هن قسم جي ڪنهن
به چونڊ جيان، خامين کان خالي نٿي ٿي سگهي ۽
ڪي ڪڏهن هن طرح جي چونڊ جي فطرت جو اندروني
حصو هونديون آهن ۽ جگياسو ۽ انفرادي سطح تي
جاکوڙ ڪندڙ هن ئي چونڊ کي آخرين ڪرٽيريا ڪري
ڪو نه ڪٽندا. هر چونڊيندڙ جون پنهنجون حد بنديون،
چونڊ جا حوالا، هڪ طرفا رخ، ذاتي رويا، نظريا رهيا
هوندا. اسانجي اظهار جو ماڌيم زندگيءَ جوئي ماڌيم
آهي ۽ چونڊ جي نسبت ۾ اسان ۽ معمولي ماڻهن جي
دل-ذهن پنيان ساڳيون شڪتيون ڪم ڪنديون آهن.
پر اسان ليکڪ 'غير شخص' طرف جدوجهد ڪري
سگهندا آهيون. ڀارت ۾ ... سنڌي ڪهاڻي ۾ ڏين فقط
هنن مجموعن جي ڪٿاڪارن جي نه آهي، ڪيترا
ليکڪ ٻاهر رهجي ويندا، خود آيل ڪٿاڪارن جي
آيل ڪهاڻين جي جاءِ تي هنجون وڌيڪ جٽادار،
مضبوط، خوبصورت جايون نهي سگهيون ٿي.
ساڳي وقت ٽوڙ تائين رهندڙ انهن ٽراکڙن ترن جي
تسليميءَ بعد به منهنجي سنڌ جي پبلشرن ۽ ليکڪن

ڪي صلاح آهي تہ هو هنن پروگرامن هيٺ همت اسان لاءِ بہ هن شاخ جو بهترين مواد ميسر ڪن.

اِهو بلڪل مذاق آهي تہ موجوده لوڪشاهيءَ جون سياه لڪيرون ڏسي هن چونڊ جي صفحن جون سرحدون فقط هڪ فرد ڪي سپرد ڪيون ويون تہ هو جنهن چاهي پنهنجي سيمائن اندر حڪومت هلائي، هنجو لفظ آخرين لفظ هجي ... ۽ پوءِ بہ، لوڪشاهيءَ جي لفظن کان ٻاهر، ڳالهہ بلڪل صحيح آهي.

هن سڄي يوجنا جي نهڻ، بهتر نمولي نهڻ لاءِ انجي پڇڻ، بار بار، لاءِ ۽ انجي ڪنهن نہ ڪنهن پهلوءَ طرف سهڪار ۽ صلاح ڏيڻ وارن جي وڏيءَ قطار ۾ مختصر ۾ نالا - مکيہ نالا - آهن: گوبند مالهي، گنو سامتاڻي، موهن ڪلپنا، ڪرشن راهي، شيام جيسنگهاڻي، ڪويتا پشپ، لڇمڻ ساتي، هري موٽواڻي.

سندري اُتمچنداڻيءَ جون (فقط) ٻہ ڪهاڻيون ڪرشن راهي ۽ موهن ڪلپنا طرفان چونڊجي آيون پر چاڪاڻ تہ هنن مجموعن جو جنرل ايڊيٽر لعل پشپ آهي، ۽ چونڊيندڙن ۾ ڪرشن راهي، لعل پشپ ۽ آنند کيماڻي بہ آهن ۽ تنهنکانسواءِ چاڪاڻ تہ سندري اتمچنداڻيءَ جي ڪهاڻين چونڊجي اچڻ مان اِهو ثابت ٿئو ٿئي تہ هو بہ ليکڪ آهي، اُتم منظوري نہ ڏني.

لعل پشپ

# فرنيچر

ٽيرٿ ــ وسنت

أج ڏيوان گوبندچند جي گهر ۾ ڪولاهل مچي ويو آهي. هونئن ته انهيءَ گهر جا ڀاتي سڀئين ٻجي مس ڪري موٽيندا آهن، مگر أج ننڍو وڏو اڪيون مهٽي بستري مان أٿيو آهي. خود ديوان صاحب، جو نيم انوسار ڇهين ڪان نوين تائين جپ ۽ گيتا جو پاٺ، درياهه شاهه جا پنجڙا ۽ شاهه جون مداحون، شلوڪ ۽ ڀڄن اُچاريندو آهي، تنهن ڪانپوءِ مڙيني جي چادر ويڙهي ٻاهرئين تلهي تي اچ وڃ ڪندي پيٽ کي پرڀاڻ لاءِ هيڏانهن گهمائيندو ۽ مڪڙون هڻندو آهي، سو پڻ گرڻ پهرن کان اَڳ ڪو ڏينهن مهلت وٺي دائمي قبضيت کي مؤلا قبض ڪشا جي حوالي ڪري، ڊينگي مستريءَ وانگر هڪل ڪرڻ ۾ جنبي ويو آهي. پاڙو اوڙو آهي حيران ته ديوان جي گهر ۾ ڪهڙي ڇڄ مڇ اچڻي آهي، جو مڙس ڪتا ۾ لتا پڄن.

ڳالهه هيئن آهي ته ديوان صاحب ڏهن ورهين جي لڳاتار خوض ٻڇاڻا قطعي فيصلو ڪيو آهي ته سند مان آندل فرنيچر دهليءَ ڪڍائي وجهي. جيسين مرڪزي سرڪار جي وديشي کاتي ۾ ملازمت هئس، تيسين

هند سرڪار جي نيتيءَ ۽ ورتيءَ انوسار بار بار ٿن هن ۾ هٿ ــنندي ۽ صلاح مصلحت ۽ بحث مباحثو ڪندي به الهــيءَ اهم مسئلي جـــو ڪو جوڳو حـــل ۽ تدارڪ ڳولي نه ڪڍيو هئائين. ڪيس جاڻ ئي ڪانه هئي ته سرڪار نامدار چوهٺ ورهين جي ڄمار تائين سال به سال قسطون ڪري وهائيندي يس. اوائل ۾ سندس تخمينو هو ته ست ورهين پڄاڻا رخصت ملندي يس. مگـر سندس پينشن جو معاملو اهڙو اينگهجي پيو جـو چـــار ورهيه وڌيڪ رکيائونس ۽ تنهن ڪانپوءِ به ورهيه ٻه ڪ ٻوڙ ۽ آداب عرض ڪندي معلوم نه ڪري سگهيو آهـي ته آخر ڪيتري پينشن ملندي پوندي يس. مگر اها خسيس ڳالهه آهي جنهن لاءِ هند سرڪار ـ جنهن جي سگهارن ڪلهن تي ايڏا بوجا آهن جو اُن ته ڇا ۾ هاٿي به ٻير ڪي پوي ـ تي انگشت نمائي ڪرڻ احسان فراموشي ٿيندي. هر حال هن وقت ديوان جا به پٽ دهليءَ ۾ نوڪريءَ ۾ لڳا آهن ۽ اَيائي ڪمرا پڙ رهڻ لاءِ الاٽ ٿيا آهن، جنهنڪري اجمير مسـان ٽپڙ سوئڻ خلاف ڪا واجبي حجت اُٿاري نٿي سگهجي. البت ائين آهي ته اِهو اهم فيصلو پنج سالي پلان جيان قسط به قسط عمل ۾ آندو ويندو. يعني ته سموري لڏ هڪ ئي وقت نه ٻوئبي، مگر ايندڙ ڇهن مهنن اندر الڪي تڪميل جي ڪڙيءَ تي رسائبو.

انهيءَ ڪارڻ حال في الحال رڳو فرنيچر ۽ ونڊ جو فيصلو ڪيو اٿن ۽ نهايت سنجيدگيءَ ۽ صبر سان ڪرسيون، ميزن ٽپاين جو ڍير آڻي اڳڻ ۾ ڪٺو ڪيو اٿن. ديوان جي زال مائي پوپٽي انهيءَ ڪاٻاري تي نظر ڦيرڪي، نڪ ۾ نـاس جي چپٽيءَ سان آپر ڪنڊڙ انومان ۽ حسرتون دٻائي پنهنجي لاڪيٽي مڙس کي مخاطب ٿي چوي ٿي، "آنند پـيءُ، هن ڪرسيءَ جو ٽرو ٻارهان سال اڳ ڇڄي پيو هو. جڏهن شيدهن ڪلهي هٽاسين، تڏهن اهو ٽـرو ڪون وجهايئه. هاڻي انهيءَ منڊي ڪرسيءَ ڪٺڻ مان ڪهڙو سود؟"

"آنـند ماءُ، جيڪڏهن سياڻي آءٌ توسان الوداع ڪري چوان ته هاڻي تون ٽرمر ڪائي ڏيئي وٺي ٻيٺي آهين ۽ باقي نه رهيو اٿيئي لاءُ نه ساءُ، ته اها ڳالهه توکي آئڙندي؟ اسان جهڙي عقلمند مئجسٽريٽ سان ڄمار گهاري اٿيئي ۽ اسانجي ذهنيت مـان بخوبيءَ واقف آهين، تنهن هوندي به اهڙي ڇسپائي توکان ٿي پڇي."

"آءٌ نه ٽيس ڇـسي، پر تو وٽ به اهڙيئي جهولي پراڻي عقل جا انبار اچي ٽيا آهن، جهڙو اهو ڪاٻارو." آنند ماءُ ٻالهن سان وراڪو ڏيئي چيو.

"پر ڏٺئي، هن ٽپائيءَ جي ٽنگ منيءَ جي ٻنگلي ۾ رهجي ويئي ۽ ٻي ٽنگ جو مرو اُڌوهي کائي ويئي آهي." ديوان جي ٻياڻيءَ چيو.

"بابا، ٽوکي کهڙي سڌ! تون جهوپڙي ۾ ٻانيڙا پائيندي هئينءَ ته آءٌ انهيءَ ٽپائيءَ تي قلم هلائيندي ۽ آءِ-بي-سي جا قلم لڳائيندي فتوائون لکندو هوس. هڪ دفعي رئيس جمڻ خان جهڙي ڏڳ مڙس کي ڇهه مهينا ٽيپ ڏيئي ڇڏيم. هاڻي اِها ٽپائي جمڻ خان جي صورت پاڻ سان کڻيو پيئي گهمي ۽ اسانجي اڳوڻي اوچ جون سڪون پيئي لاهي."

"ڪيا بات! سمي پڇاڻا اسانجو اوچ پڻ اُڏوهي کائي ويئي آهي ۽ هن پينگ ۾ اسانجو تخت ٻه ڪرسيءَ جهڙوئي لنگهه تي پيو آهي." ديوان جي ننڍي ڀاءُ آکيو.

"توهين سو... سو... چيو ته... ته سهين، اِ اِ اِها ڪ ڪ ڪرسي، ج ج جنهن جون ٻ ٻ ٻه آنهون ڪ ڪ ڪري پيون اا آهن، س س سا ڪڪهڙي ڪ ڪم ايندي." ديوان جي ٻاتي پٽ چيو.

"پٽ، جي آءٌ اِها ڪرسي نه سانديان ها ته ماڻهين جي پيٽ مان رڳو گولگا ۽ ٻوڙا نڪرن ها. آنند ماءُ، تون ئي ڪٿي ٻڌائينس ته هن ڪرسيءَ جو مهتو ڪيڏو نه اوچو آهي!" ديوان وراڻيو.

"اجايو ڪٿي اِنهيءَ ڪان تڪر ڪي جنگ چاڙهيو اٿس." آنند ماءُ ڪارو منهن ڪري چيو.

"تڏهن تون اسانڪان ٻه اَڪابر ساماڻي آهين؟"

"جي هجي ها تو ۾ ڪو ته ڄمار ڇڏيا ڪو نه ڇڏيون

ها. اهڙي ماجسٽريٽ کان مڃاري چڱو"، آنند ماءُ نٽڪ جواب ڏنو.

"اسان غلطي ڪئي. ويڙي ڪائي لوان لنگڙن جو گلو تنهنجي پلاند ۾ وجهون ها ته لاشڪ تون اسانجا چرن چمين ها."

"ڪرسيءَ جو ٻارن سان ڪهڙو تعلق آهي، سو ته اسانجي مغز ۾ ئي نٿو وهي؟" چتروءَ چيو. ديوان جي پٽ ۽ ڌيءُ انکي ٽيڪو ڏنو.

"چڱو، توهين مان ڪري انهن ڪرسين تي وهو ته آءٌ توهانکي پنهنجي حياتيءَ جي هڪ سچي وارتا ٻڌايان." ديوان اهي لفظ چئي آرام ڪرسيءَ تي ويٺو.

"آءٌ ته اهي آسرو ٽاٽيون ٻڌي پئجي پيئي آهيان،" آنند ماءُ نڪ کان ناس رئيءَ جي پلاند سان اگهي واندڪي طرف وئي.

ديوان گوبيچند پنهنجي ڀاءُ، پٽ، ڌيءُ کي مخاطب ٿي چيو، "هاڻي ڪن لائي ٻڌو. اوائل ۾ جڏهن آءٌ نوڪريءَ ۾ گهڙيس ته ٻين ڪلارڪن وانگر غريب جي ڳنڍ جا ٻه آنا ٻه ڪين ڇڏيندو هوس، پر ڪيس ڪاڻ لاءِ هجي ڪي نه هجي. تڏهن چيلو جائو جو ٻوڙو آهي ۽ ٻٽ ٻنيو. سمي پڇاڻان آءٌ مختيارڪار ٿيس ۽ تر ۾ نالو ڪڍيم آفيسر ٻه مونتي مهربان هوندا هئا، ڇاڪاڻ ته آءٌ سندن رسائي ۾ ڪوتاهي ڪانه ڪندو هوس ۽ سندن

حڪم جي تعميل خاطر زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيندو هوس. هڪ دفعي ٻه پهرن جو انهيءَ آرام ڪرسيءَ تي بافرحت ويٺو هوس ته چيلو پير ۾ بيٺو ۽ چوٽين ڪتاب مان سبق جي ڪن لفظن جي معنيٰ پڇڻ لڳو. مون وس پڄندي وڏي آواز ڪيس معنائون ٻڌايون، مگر ٻوڙي هئڻ سبب هو انهن کي پورو جهٽي نه سگهيو. ٿوروئي پوءِ گرميءَ سبب منهنجي اک لڳي ويئي ۽ انهيءَ ڪچي ننڊ ۾ ڏٺم ته چيلي جي وات مان رت پيو وهي. مان ڏڪي ويس ۽ اک کلي پيئي. مون گهڻيئي ڪوشش ڪئي ته انهيءَ خواب جي تعبير ڪريان مگر ڪامياب نه ٿيس.

"شام جو ستين بجي ترجو هڪ ڳڙنگه زميندار مون وٽ اوطاق ۾ گهڙي آيو ۽ ٻڌائين ته مٿس، ٻورن ڀڄائڻ جو ڪيس داخل ٿيل آهي. سو آءٌ لڳ مٿي ڪري ڇڏيان ۽ سندس عيوض صالح چاڪيءَ کي ملزم بڻائي چارج رڪان. مونکي ڄاڻ هئي ته اهو ناحق ٿيندو، صالح اشراف مگر غريب هو. مون لاءِ آسان هو ته هڪ اهڙو شخص جنهن کي ڪس نه پرسڻ، جيل اماڻيان. سنڌ ۾ اهڙا ڪم عام جام ٿيندا آهن. خوني خون جي ڏوهه کان ڇٽيو وڃن ۽ بيگناهه مسڪين اڙيءَ ۾ اچيو وڃن. ڏوهه جڏهن عام ۾ ڦهلجي ويندو آهي ته ڏوهه ئي نه ليکبو آهي، بلڪ ماڻهو ان تي فخر ڪندا آهن. تنهن هوندي به مونکي اندر ۾ ڇهنڊڙي پيئي ۽ آناڪاني ڪيم. وڏيري

علي بخش مون اڳيان ڀيرين هڪ سؤ جو نوٽ رکيو، مون دل ڏاڍي ڪئي. ٻيو ڀيرو نوٽ رکيائين ته منهن ڦيري ڇڏيم. جڏهن ٽيون نوٽ ڪڍيائين ته ذرا دل لوڏو کاڌو ۽ چوٿين نوٽ ٻڌڻ ۾ وجهي ڇڏيو. آخر جڏهن پنجون نوٽ اڳيان رکيائين ته آءٌ بي ايمان ٿي پيس ۽ منهنجن هٿن بي اختيار اهي نوٽ کڻي کيسي اندر داخل ڪيا. اهي نيلا نوٽ ڪي ڪاغذ جا ٽڪر نه هئا، مگر انهن ۾ نئين عمارت جا ڪبٽ ۽ آرسيون سمايل هيون. دل ۾ چيم، جي گهر وڃي حضرت فلوس جي اهڙي ٻاران ٿيندي آئي ته ڪراچي بندر روڊ ايڪسٽينشن تي بنگلو وٺندس. شايد ڪو وقت اچي جو موٽر به خريدي سگهان ۽ ٻارن کي ولايت ۾ تعليم لاءِ موڪلي سگهان. مگر ٻارن جي خيال اچڻ سان اندر گهٽ ۾ ڳوڙهو اچي ويو. مونکي اڄ ايڏي رشوت ملي ئي ڪانه هئي. واقعي مون جهڙي ننڍي عملدار لاءِ اها وڏي رقم هئي. سو ٻاهران وڏيري تي ايڇپو ڪندي اهي نوٽ کڻي کيسي ۾ وڌم ۽ ٻئي ڏينهن وچاري صالح کي بي گناهه ٽيپ ڏيئي ڇڏيم.

"ڪجهه ڏينهن گذريا ته آءٌ انهيءَ ساڳئي آرام ڪرسيءَ تي ويٺو هوس ته جهوٽو اچي ويم. ڪنڌ ڪوٽ طرف گرمي ٿيندي آهي ۽ اتي جو سٺيو ڏڌ ڳهير آڻيندو آهي. مان صبوح جو اُڦرائي سان ٻيدو کائيندو هوس؛

منجهند جو ڏنڊ ۽ مڪڙ جي چاڙهي سان ڳڙهي جولر جو ٻوٻو. موتڪي ڪم هوندو هو گهڻو، سو ڪلاڪ ٻه ڪم ڪرڻ عيوض، انهيءَ ڪرسيءَ تي ئي پاڻ اڌ ڪلاڪ ليٽي پولدو هوس، هن دفعي اک مس لڳي ته هڪ جهور پيرو مڙس جنهنجي مڇن جا ڏندا وار ڪيلاش جي برف جهڙا سفيد هئا ۽ شڪل ڪيڙيل ڪيت جهڙي گهنج گهنج، سو اچيان لٺ جي آڌار تي بيٺل ڏٺم. هن هڪوار مون ڏي نهاريو ۽ پوءِ چيائين، "ديوان، هڪ پٽ ٻوڙو، ٻيو گونگو جايئه، اهي ڪيئن سگهين؟ انهن ٻوڙن ۽ گونگن لاءِ تو پاڻ تي ايڏا پاپ چاڙهين؟ مڃي پڇاڻا اهي اڃي تنهنجي وڪالت ڪندا جا، ته ڪهڙي ڪارڻ تو بيگناهه مسڪينن سان ڪلور وهايا ۽ خلق آزار شاهينگن ڪي چوٽ چاڙهي آدم ذات سان آنرت ڪيو؟"

آءٌ اجا خواب ۾ ئي هوس ته پير مرد کي ورلدي ڏٺم. "تون جاڻين تو ته آءٌ نڪي زناڪار آهيان، نڪي رهزن ۽ خوني. پيٽ خاطر نوڪري تو ڪريان. ائين ڪونهي ته ڌڻي تعاليٰ وٽ پلارن انسانن جي اَڻان آهي، جو مون جهڙي رواجي ماڻهوءَ کي هن ڪرسيءَ تي وهاريو اٿن. مونکان وڏا عملدار ٻه رشوتون تا وٺن ۽ اسين زبردست خود سندن رسائي ڪيو اچون. اهي ڪم حق انصاف سان ته ڪيئن ٿيندا؟ سرشتو ئي اهڙو آهي- بلڪ خود خدا سرڻيون ۽ باز خلقيا ئي انهيءَ لاءِ آهن ته ڪمزور

ٻڪين کي ڳرڪائي وڃن. جهنگ ۾ شينهن هرڻ تــو
کائي ۽ مگرمڇ ٻيون. دنيا ۾ ٽين ذات آهيٽي ڪانءَ.
هي ئي جيون آهي سنگرام - گهور سنگرام - جنهن ۾ ڏاڍا
هيڻن کي هضم ڪري ٿا وڃن. آءٌ شير ٻيوڻ وڌيڪ
پسند تو ڪريان، انهيءَ ڪان جو گگدام ٻڌجي زوراورن
جي قوت لاءِ لقمو ميسر ڪريان. جنهن دنيا ۾ اسين
رهون ٿا، ان ۾ ايمان انصاف، سچائي ديانتداري
بي معنيٰ لفظ آهن ۽ جيڪو ڪم عقلي يا ٻئي ڪنهن
سبب انهن تي عمل ڪندو سو ڇمار پر ڏکيو، بکيو،
ذليل ۽ مظلوم رهندو. واقعي هن سماج ۾ اشراف لاءِ
جڳهه ڪانهي. آءٌ جاڻان تو تـه انهيءَ سرشتي ۾ ڪا
خوبي ڪانهي. مگر آءٌ ڪو الاھ ناهيان، جنهن اهڙي
منحوس دنيا خلقي هجي، نڪي مون ۾ ايڏي سگهه آهي،
جو انکي بدلائي سگهان. ويچاري ٻندي جي ايڏي
ڇمار ئي ڪانهي جو اهامن جو الرقم ميٽي سگهي.
تنهن هوندي به منهنجي پٽن جي ٻوڙي گونگي هئڻ
جو رشوت سان ڪو لاڳاپو آهي ته آءٌ اها تياڳڻ لاءِ
تيار آهيان. البت ان لاءِ توکي ثابتي پيش ڪرڻي
پوندي، چاڪاڻ ته مئجسٽريٽ ثابتيءَ بنا ڪا ڳالهه نه
مڃيندو آهي. توکي ياد ڪرڻ گهرجي تـه آءٌ آهيان
اول مئجسٽريٽ. باقي وچ ۾ ٻيو ڪي آهيان يا ناهيان،
تنهن کي خاص اهميت ناهي، لڪي توکي انهيءَ تي

ڀاڙڻ ئي گهر جي."

جيسين مون ڳالهائي بس ڪئي، تيسين پيرمرد عجب سان ٻيٺي ٻڌو. سندس ڪنڌ جهڪيل هو ۽ هڪوار اک مان لڙڪ لڙي پيس. پوءِ ري چٽيو ڌيمي آواز ۾ چيائين، "اِنسان پنهنجا عيب الله مٿان مڙهي ٿو گناه ٿو ڪري. تون رشوت وٺڻ بند ڪر ته توکي سالم ٻار ڄمندا."

"درويش، آءٌ مئجسٽريٽ، ثابتي پيش ڪر ته آءٌ ٻه رشوت وٺڻ ڇڏي ڏيان. آءٌ پڪو ڪونه آهيان جو پنهنجي هٿ ڪئي هرج رسائيندس."

"ٻارهن مهنا رشوت ڇڏي، ڏس ته تنهنجو وياءُ سالم آهي يا نه. آزمائي ڏس."

"ائين چئي پيرمرد غائب ٿي ويو ۽ منهنجي اک کلي پيئي. پوءِ مون رشوت وٺڻ ڇڏي ڏني ۽ اَڄ تائين هڪ پراڻي پائي به نه ورتي اٿم. انهيءَ وچم نو ٻار ڄيا آهن، جي نڪي اَنڌا نڪي منڊا، نڪي ٻوڙا نڪي گونگا آهن. سو اِها آرام ڪرسي توهان جي تولد خواهه صحت جي نشاني آهي هاڻي ٻڌايو ته اِها ڪيڏي ٻاهر ڦٽي ڪريان يا جيءَ سان سانڍي رکان؟"

ديوان جي ملوڪ مک مان اِها آکاڻي ٻڌي سيٺ ڇپ ٿي ويو. سندس نياڻي ته پيار وچان ڪنڌ نوائي اچي پيرم ويٺس ۽ ديوان سندس مٿي تي هٿڙو گهمايو،

پوءِ سيٺي ڪرڻ پاڻ ۾ مشغول ٿي ويا ۽ اهو پراڻو پڃل اُڏوهي کاڌل فرنيچر نوڙين سان سوگهو ٻڌي ٻيل گاڏين تي ڏوئي اسٽيشن تي ٻڪ ڪرائي آيا. هفتو کن اهو فرنيچر گڊس يارڊ ۾ پيو هو ۽ آخر جڏهن ڊهليءَ پهتو ته انهي آڇيان لاءِ ڊيوان خود ٻلٽي کڻي آيو هو. ارمان ته انهيءَ لنبي سفر وچ ڪٺت جي ڪمر ۽ ٽپايــن جون ٽنگون ٽٽي پيون هيون ۽ ڪرسين جي پٺ ميز جي تختن سان ٽڪرجي ڇيهون ڇيهون ٿي ويئي هئي. ڪجھ وقت ته ڊيوان انهيءَ ماجرا تـي غور ڪندي ٽبيءَ ۾ پڇي ويو. مگر قلب مان آواز آيس ته ارمان ڇا جو؟ اهي ٿي ته تنهنجي لنبي جيون جـي سوکيم سمرتين جو استول روپ آهن. ائين آهي ڇا ته هنو وقت تنهنجو شرير جو ٻڍو ۽ ٿستو آهي تنهنکي ٻاهر ڦٽو ڪري ايندين؟ "هائو"، اهـي ميزون ڪرسيون ۽ سموري سامگري پڻ آهي شرير، جنهن سان گڏ گهار جي ٿو ۽ انسان کي هڪ نه پر گهڻيئي شرير آهن ۽ هر هڪ کي پنهنجي اهميت آهي.

سنان جي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري، خوشيرام رنڌڻي ۾ ويٺل گيانيءَ کي چيو، "ڀر ٻه، سوئر جي ڦر آئينو ڦِڪو ڪيئن؟"

گيانيءَ بنان ڪنڌ مٿي ڪڍڻ جي، آٽي جي چاٽي ۾ دال وجهندي چيو، "قميص ڪليءَ ۾، پتلون پيتيءَ ۾ پيئي اٿو."

خوشيرام چڙ مان چيو، "مون سان منهن مونڏانهن ڪري ڳالهاءِ! سمجهه ته مون قميص به پاتي ۽ پتلون به پاتي، هاڻي سينڌ ڪيئن ڪيان؟"

گيانيءَ ڪنڌ مٿي ڪڍڻ بنان ئي چيو، "ڪالهه وانگر اڄ به سومي ماءُ وٽان آئينو آڻي ٿي ڏيانوءِ؛ ڪپڙا ته پايو!"

"ڪپڙا پچي ته ڪين ٿا وڃن، مان تو پڇان، ڇا توکي غصو نٿو اچي پنهنجي پٽ تي؟ هي ٽيون آئينو ڀڳو اٿائين هن مهني ۾!"

گيانيءَ ڦلڪو ويلڻ بند ڪيو ۽ خوشيرام ڏانهن گهوريندي چيائين، "ڇهه ڏينهن ته ٿي ويا آهن جو هن

آئينو ڀڳو آهي، اڃان توهان ڪيس مار ٻه ته ٽٽا ڏيو! مون ته تڏهن ئي ٻه ٽي ويلا ٽڪا ڪرايس، توهانجي خبر نه آهي ته الائي ڪڏهن سزا ڏيندئوس."

"هي تنهنجو جواب آهي! ماءُ ٿي، پٽ کي مار ڏيڻ جي سفارش ٿي ڪرين؟"

ٽُٽي تي ٻيل قلڪي جي ڪناري ٺاهيندي گيانيءَ جواب ڏنو، "جيستائين نئون آئينو نه آيو آهي تيستائين نه هو اُن سيءَ ۾ پيو ڳري ته اجهو ٿي سزا ملي!"
قلڪي جو ٻاسي بدلائي ۽ مڙس سان اکيون اکين ۾ ملائي هن وڌيڪ چيو، "سڀ نه ماريندو آهي ايترو، جيترو سڀ جو سراپ. سزا ڏيوس، ته هڪ ڪائي، هن روز روز جي ڏک ڪان نه ڇٽي پوي."

خوشيرام ڪمر سان ٻڌل ٽوال جي ڳنڍ ڇوڙي وري لٽين سر ٻڌي ۽ پوءِ گيانيءَ جي منهن ۾ چتائي نهاريندي چيائين، "توکي شايد خبر نه آهي ته مان هن دفعي ڪيس کا نئين سزا ڏيڻ تي سوچي رهيو آهيان." ۽ هلڪي آهه ڀري وڌيڪ چيائين، "پر ڇهن ڏينهن ۾ ٻه کا اهڙي نئين سزا سوچي نه سگهيو آهيان، جنهن سبب هو اهڙين حرڪتن کان بنهه باز اچي."

گيانيءَ ذرا جوش ۾ چيو، "ٻار کي سزا ڏيڻ لاءِ ڇهه ڇهه ڏينهن سوچيندا ٿا ڪرتو. ڪڏهن کي ڇهه

منت پنھنجن يارن کي پيار ڪرڻ لاءِ به سوچيو آئو؟"

"ضرور ئي کھڙو آهي؛ تون ڪين ايترو تہ پيار ڪرين ٿي جو منھنجي پيار جي ڪسر به پوري ڪري ٿي ڇڏين."

پر ٻه پيل ٻتلي جي پاڻيءَ مان هٿ ڌوئندي گيانيءَ چيو، "ماءُ جو پيار تہ فقط ماءُ جو ٿي رهندو؛ منجهائنس پيءُ جي پيار جي کھڙي بوءِ ايندي؟"

خوشيرام هلڪي کل کلندي وراڻيو، "تون شايد سچ ٿي چوين."

گيانيءَ اُٿندي ۽ زور سان پاڻيءَ وارا هٿ ڇنڊيندي چيو، "بس، رڳو سچ ٿي چوان؟"

خوشيرام وري بہ هلڪي کل کلي چيو، "اڄ رڳو سچ ٿورِئي ٿي چوين. اڄ، مون کان بہ سچ چوائي ڇڪندينءَ."

گياني هڪ گنڀير انتظار سان خوشيرام جي مشڪندڙ منهن ڏانهن نهارڻ لڳي. خوشيرام پنهنجا ٻئي هٿ ٻگها ڪري، هنجي ٻنهي ڪلهن تي رکيا ۽ سندس نگاهن سان پنهنجون نگاهون ملائيندي، سرگوشيءَ جي لهجي ۾ چيائين، "توکي اڄ هڪڙي راز واري ڳالهہ تو ٻڌايان. پر اها يارن کي نہ ٻڌائج. ٻڌ، مان اڄ رات جو ننڊ مان اٿي ڪين پيار ڪندو آهيان. ٻنهي ٻچن جا فوٽا مان کيسي ۾ کڻي گھمندو آهيان."

گيانيءَ هڪ اونهو ساهه ڇڏي اکيون هيٺ ڪري چيو، "ڀڳوان توهان کي اِن ڀلائيءَ جا ڀاڳ ڏيندو!" ۽ اکيان وڏي انگوڇي سان هٿ اُگهندي هن چيو، "پر ورني به انهيءَ ڪسي پيار نه ڇٽيو! جنکي توهين پيار ڪريو تا تنکي نه خبر ئي ڪانه ٿي پوي."

"تون ماءُ جي پيار ۾ ئي پوري رهه، توکسي پيءُ جي پيار جي ڪهڙي خبر!"

گيانيءَ هڪ سرد آهه ڀري ۽ هنجي اکيان سراڪو پائي، سومي ماءُ وٽان آئينو آڻڻ لاءِ در ڏانهن وڌي. خوشيرام به ليڪي، سراڪو پائي، سندس ڪلهن کي پنهنجي هٿن سان هلڪو زور ڏيئي چيو، "اڄ تون مون کي ڏايو وڻين ٿي!"

سندس هٿن ڪسي زوردار جهٽڪي سان هٽائي، گياني گهر کان ٻاهر هلي ويئي.

ٽي چار ڏينهن پيا به گذري ويا پر شيام کي ڪا مار نه ملي. اهي ٽسي چار ڏينهن، شيام راس جو اهو سوچي سمهندو هو ته ڪيس صبح جو ننڊ مان اُٿاري مار ڏني ويندي. پر جڏهن ننڊ مان اُٿاري مار ڪين ٿي ڏني ويئي، تڏهن پنهنجي وڏي ڀاءُ رام سان گڏجي اسڪول اسهڻ کان اڳ، گهر ۾ ڪلاڪ اڌ جيڪو سنيرڻ ۾ لڳندو هئس، تنهنجي منٽ منٽ ۾، هو تصور ئي تصور ۾، خوب مار کائي ونبدو هو. ليڪن، جيستائين

هو گهر ۾ هوندو هو ليڪن سندس مار کائڻ جو اهو تصور بلڪل ڏنڌلو هوندو هو؛ مار کائڻ جو سندس تصور اسڪول ۾ وڃي اُسي چٽو ٿيندو هو، جتي ننڍن ماستر صاحب جي پياري پياري بڪواس جي اوٽ ۾، هن کي پيءُ وٽان ملندڙ مار تي سوچڻ جو ٻہ وقت ملي ويندو هو.

ٽي چار گهڙو گهڙو سوچيندڙ من - عجيبون سانجهيون ۽ پڻ راتيون آيون ۽ شيام کي بنا مار کائڻ جي گذري ويون. ان بعد، هڪ صبح جو، خود ئي سويرو جاڳي، شيام بستري مان ٽپ ڏيئي، اٿي. پيءُ جي سامهون وڃي ڪيس چيو، "تون مونکي مار ڇو نہ ٿو ڏين، ڀلا؟"

خوشيرام کان ڇرڪ نڪري ويو. هن سامهون بيٺل اٺين سالين جي ڇوڪري، جنهن ڪيس 'توهان' بجاءِ 'تون' سڏيو هو، ڏانهن گهوريندي ڪيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. هي گذجيڏو ڇوڪرو جو شايد سندس ئي پٽ هو، چئي چا رهيو هو؟

شيام ڪسي ٺڦ نڪاءِ تي ويئي. خوشيرام اکيون شوخ ڪري ٺڦ هٽندڙ پنهنجي پٽ جي ماءُ ڏانهن نهاريو.

گيانيءَ ڀريل گلي سان چيو، "آيا جُوءِ، توهانکي پيار ٻہ ماءُ وٽان ئي نصيب ٿيندو نہ مار ٻہ!" ائين چئي

هوءَ روئي ويٺي ۽ شيام سان گڏ رام کي به گهليندي رنڌڻي ۾ وٺي ويٺي.

خوشيرام نوڪريءَ لاءِ اُسهڻ جي وقت تائين سڀ ڪجهه صبر ۾ ڏسندو ڪندو رهيو.

ساڳيءَ سانجهيءَ جي نوڪريءَ کان موٽندي، هو نئون آئينو خريد ڪندو آيو، جو اچي هن گهر جي پٽ ۾ لڳل ڪوڪي ۾ لٽڪائي ڇڏيو.

ڪلاڪ بعد هن ڏٺو ته شيام سنڌس پير ۾ پاسيرو بيهي، ڏائسي هٿ ۾ نئون آئينو جهلي، ساڄي هٿ ۾ جهليل قطوڻي سان سينڌ ڪڍي رهيو آهي. خوشيرام ڏٺو اڻڏٺو ڪري روٽي کائڻ ۾ محو ٿي ويو. اوچتو شيام جي هٿ مان آئينو ڇڏائجي وڃي پٽ پيو. رام، گياني ۽ خوشيرام ٽنهي ڇرڪ ڀري پٽ ۾ نهارڻ بجاءِ، شيام جي چهري ۾ گهوريو. آئينو ڀڳو ڪين هو. شيام آئينو پٽ مان کڻي ورتو ۽ اُن کي اٿلائي پٿلائي ڏسڻ بعد هو اُهو کڻي ٻاهر هلڻ لڳو. گهر جي دروازي وٽ بيهي، هن دروازي کان ٻاهر چائنٺ وٽ آئيني کي وٺي سٽيو. آئينو ڇيهون ڇيهون ٿي ويو.

هڪ اُڏامندڙ نظر سان گيانيءَ ۽ پڻ رام در وٽ منهن ۾ سو نسيد پائي بيٺل شيام ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ پيڙيندڙ انتظار جي احساس سان خوشيرام ڏانهن نهاريائون. خوشيرام منهن مان پاڻيءَ جو گلاس ڪڍي، رام ڏانهن

نھاريندي ٿَھر سان چيو، "ٺڪر ميڙي ڪٺي ڪنڊ پاسي گنڊ ۾ ڦٽا ڪر، جيئن ڪنھن کي لڳن نہ."

رام حڪم جي پجا آوري ڪئي.

آرام سان روٽي کائي رھڻ بعد خوشيرام منھن ۾ سونھن پائي بيٺل شيام جي پر مان لنگھي گھر کان ٻاھر نڪري ويو ۽ رات جو دير سان گھر موٽيو.

خوشيرام جي گھر کان ٻاھر نڪرڻ بعد، گيانيءَ شيام کي اچي پاٻوھ سان چيو، "ٻلي، ھروڀرو نقصان ڇو ڪيئہ؟"

شيام روئي ويٺو؛ روئندي چيائين، "پوءِ پلا دادا مون کي مار ڇو ڪين ٿو ڏئي؟ گھڻن ڏينھن کانپوءِ ڏيندو تہ گھڻي مار ڏيندو نہ؟"

"ڇرپا، اڳيون آئينو ٿو جيڪو پڳو آھي، تنھن لاءِ دادھن توکي ڪا سزا نہ ڏيندو. ڏيڻي ھجيس ھا تہ ڪڏھوڪو ڏئي ڇڪيئي ھا."

"تون ڪوڙ ٿي ڳالھائين. اُن ڏينھن جو تو چيس تہ سزا ڏيس تہ ھن نہ چيئہ تہ 'مان ڪنھن نئين سزا لاءِ سوچي رھيو آھيان!' ڇڻ تہ مون ۽ رام ڊرپيءَ ٻاھران بيھي ٻڌو ني ڪين؟"

"چڱو پلا، جڏھن دادھن توکي اڳئين آئيني پڇڻ جي سزا ڏيندو، تڏھن رام ۽ مان توکي ڇڏائينداسين. ھاڻي تہ سزا کائڻ جو خيال لاھي ڇڏ!"

"توهين ڇڏائيندا اهو سوچي ته هي آئينو توهانجي سامهون ڀڳم."

"چڱو، ٻلي؛ هاڻي جيڪو ڀڳو سو ڀڳو، ٻيو نه ڀڃجانءِ!"

"ٻيو آئينو ته ڀڄڻ جو انجام تڏهن ڪندس جڏهن تون انجام ڪندينءَ ته مونکي دادا جي ڀر ۾ اڪيلو نه ڇڏيندينءَ. دادا گهر ۾ اچي مس ته تون منهنجي ڀرسان هجانءَ. ۽ هوُ مار ڏئي ته تون يڪدم ڇڏائجانءَ — ڀڪلم."

"انجام! انجام! چڱو هاڻي هل اندر ته اڄ مان توکي هڪ سٺي ڇوڪري جي ڳالهه ٿي ٻڌايان."

پوءِ شيام کي پلنگ تي ڀر ۾ سمهاري، گيانيءَ جڏهن کهاڻي شروع ڪئي، "هڪڙو هو سٺو ڇوڪرو." ته شيام سٽي اٿي وچ ڪٽي چيس، "ڀاڀي! توکي سڀ سٺن ڇوڪرن جون کهاڻيون ته گهڻيئي اينديون آهن. ڇا توکي ڪا اهڙي کهاڻي نه ايندي آهي جنهن ۾ سٺو سٺو دادا هجي؟"

ماءُ جي روئڻ-روئڻ ولوڙجي وئي. هن هٿ وڌائي پٽ جي وات تي رکيو ۽ کيس ڳراهٽڙي پائي، پاڻ به سمهي پيئي. اُن بعد گياني کهاڻي ڪٿڻ بجاءِ دل ئي دل ۾ روئندي رهي ۽ شيام ڀرپائين سٺي سٺي دادا واري کهاڻي ٻڌڻ جي انتظار ۾ رهيو، پوءِ

پنهنجي ننڊڙي دماغ سان خود ئي اهڙي ڪنهن ڳالهه جي تلاش ۾ نڪري پيو ۽ آهستي آهستي جاڳ ـ جڳت جا سندا ننڍڙي خوابن جي دنيا ۾ پهچي ويو.

گذريل هفتي مار ڪاٽڻ جي لپ سبب، شيام هلڪي کان هلڪي ڪڙڪي تي جاڳي پوندو هو. اڄ به اڌ رات جو پاڙي ۾ ڪجهه گوڙ ٿيڻ سبب جاڳي پيو. جڏهن هن ڏٺو ته سندس ماءُ به ڇري پري جاڳڻ واري آهي، تڏهن هن اکيون بند ڪري، ڪن سرلا ڪري ڇڏيا، آهستي آهستي شيام جي ڪنڌ هيٺان ٻانهن ڪڍي، گياني پلنگ تان اٿي ويئي. ڪليل دريءَ مان ايندڙ ماڻهن جي آواز ۽ ڳالهائڻ سان گيانيءَ کي معلوم ٿيو ته ڪي شرابي پاڙ ۾ وڙهي رهيا آهن.

"ڪلياڻ ۾ مٺا شرابي وڃن ٿا وڌندا،" گيانيءَ پاڻڪان پاڻکي چيو ۽ ليٽي پيئي.

ستي ئي ستي دل ئي دل ۾، ننڊڙي شيام ماءُ جي ان رائي کي ٽيڪو ڏنو.

سندن گهر ڀرسان لنگهندي، هڪڙي ماڻهوءَ پنهنجي همراهه کي چيو، "... نشي ۾ مار جي خبر ٿوروئي پوندي آهي..."

شيام جي دماغ ۾ ڪا ڳالهه چمڪي اٿي. پنجن ڏهن منٽن جي سوچڻ بعد هو ان نتيجي تي پهچي

ويو ته پيءُ جي مار کان بچڻ جو سولي ۾ سولو نمونو
آهي شراب پي نشي ۾ اچڻ. پوءِ ته ڇڏائڻ لاءِ ماءُ
جو پير ۾ هٿڻ به ضروري نه آهي.

سو هو سوچڻ لڳو، اسان جي گهر جي سامهون
جيڪو وڻ آهي، وڻ جي سامهون جيڪو دڪان
آهي، اُن دڪان جي پنيان جيڪو گهر آهي، تنهنجي
پنيان جيڪو مينهن جو واڙو آهي، تنهنجي هڪ
ڪنڊ ۾ مينهن جي ڪوٺي پنيان مولو بوتلون پوريندو
آهي. سندس ڌيءَ گنگا ڪيس اُتان بوتلون ڪڍندي
ڏٺو آهي. دادا ۽ ڪانٽس به بوتلون گهرايون هيون،
بمبئي جي مهمان کي پيارڻ لاءِ. ٻي رپئي بوتل ۽ ٽي
رپئي بوتل پئي ڇپائين. ٽي رپئي بوتل سٺي، ٻي
رپئي بوتل خراب .. صبح جو جڏهن بسترو ڇڏي
اُٿندس تڏهن اهو صبح آرتوار جو صبح هوندو؛ مار
کائڻ لاءِ. وري ايڏو وڏو ڏينهن هفتي ڪانپوءِ ٿي
ايندو... پاپي پيسا ڪٿي رکندي آهي سا ته مونکي
خبر آهي.

شيام اکيون بند هوندي ئي پاسو ورائي ماءُ کي
زور سان ڀاڪي پاتي. آرتوار جو صبح. شيام بسترو
ڇڏي، اڌ ڪلاڪ اندر ڏندڻ پاڻي ۽ ناشتو ڪري
ورتو ۽ پوءِ پلنگ جي هڪ ڪنڊ تي پٺ کي ٽيڪ
ڏئي، سليٽ ۽ قلم ڀر ۾ رکي، ڪتاب ۾ منهن وجهي

ويهي رهيو. سندس اِن بدليل روپ کي ڏسي سندس
ماءُ پيءُ ۽ ڀيڻ الڳ الڳ طور منهن پاسي ڪري
مشڪيو ۽ دل ئي دل ۾ سرها ٿيا. پر شيام رکي رکي چور
نگاهن سان ڀت ۾ ٽنگيل آلارام جي سيڻ کي ڏٺي جاچيو
ته ڪڏهن ٿيون اٺ وڄائين. کيس خبر هئي ته مينهن
هجي، واچ هجي، پنڌس سالن کان ٺاهيل پنهنجي نيم
انوسار پوري اٺين بجي اخبار ڪڇ ۾ دٻائي، پيڙي
دڪائي، گهر کان ٻاهر جو نڪرندو ته وري ڏهين بجي
کان اڳ ڪاڪي ڀيرومل وٽان ڪين موٽندو.

خوشيرام اخبار ۾ شايع ٿيندڙ سنهيون ٿلهيون
خبرون، ويندي اشتهارن سوڌو، سڀ پڙهندو هو.
جنهن پيڙهيءَ تي هو ڪاڳريءَ جو ڪم ڪندو هو اُتي
هنجي پنگتي ۽ سياسي جاڻ جي ڏاڪ وڌل هئي.
پر رٽائرڊ مختيارڪار، ڪاڪي ڀيرومل وٽ، آرتوار ڏينهن
جا پڙهيل ٻڌڻ جي جوڪري گڏبي هئي، تنهنجي
اڳيان پنهنجي جاڻ ڏيکاري سرخرو ٿيڻ لاءِ هو جنسي
ٽڙپندو هو.

پوڻين اٺين بجي رام ڪتابن جو ٿيلهو ڪڇ ۾ ماروٽ
وٽ وڃي پڙهڻ لاءِ گهر ڇڏيو ۽ پوڻي اٺين بجي خوشيرام
"هندواسي" بغل ۾ دٻائي، پيڙي دڪائي ۽ مشڪندڙ
چهري سان ڪنڌ هيٺ ڪري پڙهندڙ شيام تي نظر
اُڇلي، گهر کان ٻاهر نڪري ويو.

شيام ٻُڌو ته ٻئي چور قدمن سان هليا، اچي ٻُڌڻ وڙتي ته ماڻهس ڇا ٿي ڪري. هوءَ گهر کان ٻاهر ٻنهين در جي دڪانيءَ تي ملڻ لاءِ برتڻ رکي چڪي هئي ۽ هاڻي ويهڻ لاءِ رنڌڻي مان صندلي کڻي وڃي رهي هئي.

شيام ڪمري ۾ موٽي اچي پٽ ۾ ٽنگيل هڪ خالي ڳوٿري هيٺ لاهي وڏي پلنگ تي رکي ۽ اُن بعد وري ماءُ کي ڏسڻ ويو ته برتڻ ملڻ شروع ڪيا اٿس يا اُڃا نه. خاطري ڪري هن موٽي اچي پٽ ۾ ٽنگيل ڪوڪي مان ڪنجين جو ڇڳو ڪڍيو ۽ پيتي کولي ٻي رپيا ڪڍي، تالو بند ڪري وري چابيون ساڳئي هنڌ اچي رکيون.

ڪوٺن جي ڳوڻ پنيان شراب جي بوتل لڪائيندي، شيام دل ئي دل ۾ ٻاڏڪي چيو: پينسان ئي سمجهه، مولڪي ڇولدو آهي ته توڻ هل، مان ٿو بوتل کڻي اچان! مولڪي به اڪل سمجهي آئي؛ چيو مانس ته دادا چيو آهي ته اهڙي نموني کڻي اچي ڪوٺن جي ڳوڻ پنيان رکجانءِ جيئن تنهنجي پاپيءَ کي خبر نه پوي.

پاندا ملي رنڌڻي ۾ رکڻ بعد، گياني‌ءَ اچي ڏٺو ته شيام اڃا جيئن جو تيئن ڪتاب پڙهڻ ۾ مشغول آهي. هوءَ ڏاڍو خوش ٿي ۽ مشڪي شيام کي چيائين، "مان وڃان ٿي سنان ڪرڻ، رنڌڻي ۾ هڪڙو ٻتو

گهسي نه اچي، خيال رکج."

گياني هوديءَ ۾ وڃي اندران ڪڙو ڏنو. جلد ئي شيام پلنگ چڏي اٿي کڙو ٿيو. هوُ پيءُ جي ڪوٽ جي کيسي مان واچ ڪڍي رانڊي ۾ گهسي ويو.

جلدئي گيانيءَ هوديءَ مان رڙ ڪئي، "شيام، هي حمام دستي سان ڇا پيو ڪٽين؟"

"پاپي، ڪجهه نه آهي. ڪارا مرچ آهن."

"پر بلي، توکي ڪهڙي پيئي آهي ڪارا مرچ ڪٽڻ جي؟" ائين چئي ظاهري ته هوءَ چپ ٿي ويئي، پر من ئي من ۾ سوچڻ لڳي: آخر ته ٻار آهي؛ پلي توري من - ماني ڪري وٺي. پڙهي پڙهي تورو ور ڇڇي پيو هوندو. پر چرئي کي راند ڪرڻ لاءِ سجهيو به ڇا آهي؟ ڪارا مرچ ڪٽڻ! ڪارا مرچ؟ ڪارا مرچ پاڻوت آهن ڪٿي؟ ڪارن مرچن کي خلاص ٿئي چار پنج ڏينهن ٿي ويا؛ روز پيئي سنيران اَج ٿي وٺي اَچان... ماءُ جي دل ۾ هڪ مبهم مبهم انديشو پيدا ٿيو. کيس انگوڇو هينئي هو، باقي بدن کي پوتي ويڙهي، هن هوديءَ جو ڪڙو کوليو.

گيانيءَ جڏهن هوديءَ جو دروازو کوليو ته پهندڙ شيام جي ٻنهي هٿن ۾ جهليل شراب جي بوتل سندس اکين اڳيان چمڪي، سندس نگاهن ۾ اٽڪي پيئي. هڪدم ڪن نامعلوم انديشن سندس من کي پيڙي

ورتو. اُن ويڙا وچان هوءَ حمام دستي ڏانهن نه وئي شيام ڏانهن ڊڪي. شيام بوتل جو بوچ ڪولي بوتل جو منهن پنهنجي وات ۾ مس وڌو ته ماڻس اچي هڪ هٿ سندس ڪرائيءَ ۾ وڌو ۽ ٻئي هٿ سان بوتل منهن مان ڪڍي هٿن مان به کسي ورتائينس.

بوتل هڪ پاسي رکي هن شيام کي ٻه چار چماٽون وهائي ڪڍيون ۽ سهڪندي چيائين، "مورک تون آهين گهڻو گڏ جيڏو، جو شراب جي بوتل، سو به هتان پاڙيءَ جي چاڙهڻ هليو آهين؟ اهي ارڪان تو ۾ وڌا ڪنهن؟ تو بوتل ڪٿان آندي؟"

"تنهنجي ڀيڻ مان ٽي رپيا ڪڍي، چوري ڪري، موليءَ کان بوتل وٺي آيس — دادا جي نالي. حمام دستي سان مون دادا جي واچ ڪٽي آهي — ٥٠ رپئي واري. هاڻي ته دادا مار ضرور ڏيندو ۽ مون تي مار جو اثر نه ٿئي تنهن لاءِ مان شراب جي بوتل..." شيام شوخيءَ مان يڪساهي اچا به ڪجهه چوي ها، پر ماڻس کيس غصي مان ڪٽي، ويچارا ڏيندا چيو، "مونتي مار جو اثر نه ٿئي!" ۽ سندس ڀنيءَ تـي ڪجهه عدد چنبا وهائيندي، سهڪندي ۽ چوندي رهي، "مان به تـه ڏسان تـه مار جو اثر ڪيئن نٿو ٿئي. مٺا، هيڏڙي ننڍي هيڏا مکر ڪرڻ هليو آهين! تنهنجي مکر جو علاج ٺي مار آهي. هاڻـي جو هاڻـي دادهن کي ماڻهو

ه ڪلهه تنهنجي اِها جدڙي تي ڪڍايان!“

شيام کي ماءُ هٿان مار کائيندو ڏسي، پاڙي جا ٻه ٻار سندس در وٽ اَچي جمع ٿيا هئا. گيانيءَ رڙ ڪري چيو، ”اڙي ڪمار، رميش، وڃو ڪاڪي ڀيرومل جي گهران شيام جي پيءُ کي ته وٺي اَچو! وڃو، جلدي وڃو!“

شيام هن مهل تائين چپ چاپ ۽ هڪ قسم جي ڏيڻپائي سان سڀ ڪجهه ڏسي سهي رهيو هو. ڪمار ۽ رميش کي ڊوڙندو ويندو ڏسي سندس پير پيرا ٿي ويا. سندس تصور ۾ پنهنجي پيءُ جي نهايت پوائتي ٿي ويل شڪل جا خط-خال اُڀري آيا. ڪالهس هڪ سنهي چيخ به نڪري ويئي. اوچتو هن هڪ زوردار جهٽڪي سان پنهنجي ٻانهن ماءُ جي هٿ مان ڇڏائي ورتي ۽ اُچانگ ڏيئي گهر کان ٻاهر نڪري ويو. گهر کان ٻاهر ٿي هڪ دفعو به گهر يا ماءُ ڏانهن نهارڻ بنان، هن وٺي اسٽيشن طرف ڊوڙ پاتي.

اُهو ڏينهن، اُها رات ۽ اُن بعد ڪيترائي ڏينهن خوشيرام ۽ سندس پاڙي جا ماڻهو شيام کي ڳوليندا رهيا — ۽ اڄ شيام کي گهر کان ڀڄڻ پنج سال گذري چڪا آهن.

# مان نئون جنم وٺندس

انند گولاڻي

منهنجو نالو آهي ڪوڏرومل پاروملاڻي. اَبن ڏاڏن جو ڌنڌو آهي گهور ڪرڻ. ويٺل خيري ديري پراڻي جا. صبوح ساڻ اٿي مرچ مصالح، لوڻ، هيڊ، ڪٿ ۽ پسار ڪيون وکرون کڻي آسپاس جي ننڍڙن ڳوٺڙن ڏي وڃبو هو. مسلمانن کان مکڻ، جوئر، باجهر ۽ ڪڻڪ وٺي اَچبي هئي. اَڪثر اوڌر به رکبي هئي. فصل لهڻ مهل ئي اوڌر اُگرندي هئي. وياج جو ڌنڌو به ڪبو هو.

اَدا، اهو ڪو زمانو هو. مصالح، گوپانگ، مهيس، ڏوتڙ ۽ ٻين ذاتين جا مسلمان مون سان وڻج واپار ڪندا هئا. ڪير ڪڏهن پيسا کائي به ويندو هو ته راج مهاڄڻ جي وڏيري کسي دانهن ڏئي ڪجهه نه ڪجهه حصو موٽائي وٺبو هو. پر ٻه ٽي پيرا مسلمانن جي مار به کاڌي اٿم پر مکي يا وڏيرو اُن جٿ کسي کن کان وٺي مون وٽ وٺي آيو هو ۽ هن پنهنجي پڳ منهنجن پيرن تي رکي مون کان معافي ورتي هئي. مون پڳ ميان جي مٿي تي واپس رکي ڪيس پاڪر

پاتو هو ته ڳالهه درگذر ٿي ويئي. ڪيترن سان ٻگهه مت ياراڻي به هئي. انهن يارن منهنجي هندو دوستن يا مٽن مائٽن جون ڇوريون سڳ سوڌيون جهليون ٿ مون وري سندن مسلمان دوستن ۽ مٽن مائٽن کي وياج تي پيسا ڏيئي ڪين زميندار جي موچڙن کان بچايو، ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ لاءِ وڪيل ڪري ڏنو، اسپتال ۾ رهائڻ جو بندوبست ڪيو ۽ سندن شادين غمين ۾ شريڪ ٿيس.

ڏاڍي دريائي مل کي ته ميرن جي يادگيري به هئي، هوءَ ٿڌو ساهه کڻي چوندو هو: ٻت ڪوڏڙا! انگريجي زماني کان وڌيڪ سکي هئاسين. هتي ريل ڪانه هئي، موٽرن جي ڦڦ ڪانه هئي. ڪارا ڪارا رستا ڪونه هئا. هسپتال به ڪونه هئي، وڪيل ڊاڪٽر ڦورمار ڪونه ڪندا هئا. پوليس جو ظلم نه هو. سڀيون پڪ سريون ڳاڙهيون جايون نه هيون. ان هوندي به دل آرام ئي آرام سان ڀريل هئي. هرڪو خوش ئي خوش هو، وقت ويل تي آکهه وارن جي شادين غمين ۾ ڀرو وٺبو هو. سال ۾ ٽي چار دعا ٻگت ٻڌبي هئي. هرڪا چيز مفت هئي. ٿوري گهٽي وار ڦير ڪبي هئي.

مان ڏهن سالن کان جو هوس جو پراٽي خيري ديري کي درياه پاتو هو. دهشت دم درياه جا ڪن ڪڙڪا پيا ڪن. ديڳيون لهرائي بعد ٻڌاياسين پر درياه شاه

ڪنهن جي به نه ٻڌي. سڄو ڳوٺ پاڻي ويو. ڏهه ميل پري، هڪ مٿاهين هنڌ تي نئون ڳوٺ ٺاهيوسين. ان جو نالو رکيوسين نئون خيرو ديرو. بابو پارومل دريانومل، ڳالهه ڪندو هو ته هو جڏهن پراڻي خيري ديري وٽان گڏهه جي سواري ڪندي لنگهندو هو ته سندس اکيون آب سان ڀرجي وينديون هيون. بابو پنهنجي ڳوٺ کان صرف ڏهه ميل پري اچي رهيو هو. مهني ماسي اُتان پيو لنگهندو پائيندو هو. پر مان نئين خيري ديري کان ڏهه هزار ميل پري آهيان. اُتان مهني ماسي لنگهڻ ته پري رهيو پر اُهو سپنو به ڏسي نٿو سگهان.

نئون خيرو ديرو ساهتيءَ جي چڱن ڳوٺن کان سٺو هو. هڪ ڊگهي شاهي بزار، بزار ۾ وري چار چؤسول، جن بزار کي پورن چئن حصن ۾ تي وراهيو. هڪ چؤسول وٽ اِسڪول ته ٻئي وٽ ڪاسائڪو دڪان. ٽئين وٽ پڪوڙائي ته چوٿين وٽ موچي. لهر لڳي پيئي هوندي هئي. خيرو ڪاسائي چوندو هو، "دلبر ڪوڏڙا، اَڄ تيوڻ نٿو کائين؟"

"گيارس آهي خيرو."

"شهر جا واڻيا ته گيارس ٻيارس وارين ئي ڪونه."

"اهي هاٺي واڻين مان ڦري ديوان ٿيا آهن خيرو."

اَسانجي ڳوٺ جي واڻيي زميندار جو پٽ به پاڻ کي

ديوان سڏائڻ لڳو هو. ڏوتيءَ بدران پاجامو پائڻ، ڪڏهن ڪڏهن شوق منجهان سوٽ ۽ پائيندو هو. سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ بدران گٽ مٽ ڪرڻ لڳو هو. پنچائت ۾ اچي خبرچار هٿ ڪرڻ بدران، گهر ۾ ويهي اخبار پڙهندو هو. مون هڪ ڏينهن پڇيو مانس، "ديوان دمڙي مل! اها اخبار مائي ڇا ٿي چوي؟"

ديوان دمڙي مل دهلجي ويو. رڙ ڪري چيائين، "مونکي مسٽر مستملاڻي ڪري ڪوٺيندو ڪر. ديوانن کي سنڌ آڪهه سان ڪوٺبو آهي ۽ نالن سان."

"ديوان،" مون همدرديءَ سان چيو، "آڪهه ته پيءُ جي نالي سان ٺهندي آهي ۽ سڀئي پر ڏاڏي جي نالي سان جيئن مان پارو ملاڻي آهيان ۽ تون بصرملاڻي."

"تون واڻيا ڇا ڄاڻين" نفرت سان چيائين.

مون کي انهيءَ ڏينهن کان پوءِ ديوانن کان نفرت ٿيڻ لڳي. پلا ديوان ڪو آپ مان ته ڪونه ڪريا هئا. جن ميرن جي غلامي ڪئي ۽ سندن حساب ڪتاب سنڀاليو، سي ٿيا ديوان صاحب! هڪ وڏي پڳ پائيندا هئا، مسلمانن وانگر ڏاڙهي مڇون رکندا هئا ۽ هٿ واريءَ سنڌيءَ بدران فارسي پڙهندا هئا. هاڻي وري جي ٻه چار اکر انگريزيءَ جا پڙهيا سي ٿيا ديوان صاحب. هنن جو ڌنڌو هو: ڪي منشي، آبدار، ٽپيدار ۽ دفتر ۾ ڪلارڪي. پگهار ٿوري پر رشوت جهجهي. رشوت

وڻڻ جي هنر ۾ اول درجي جا ماهر. ملڪ کي ڦري ڀينگيو ڪري ڇڏيو اٿائون. سندن پويان ڇورا ڇوريون ڪاليجن ۾ تعليم وٺي، پاڻکي ملڪ جا مدبر سڏائي پيا ملڪ کي ڦرين کائين.

هوڏانهن راڄ مهاڄڻ جا زميندار بدلجي ويا. جنکي قران جو قاف به ڪونه ايندو هو، سي پاڻ کي اِسلام جا خادم سڏائڻ لڳا. صبوح سانجهيءَ وڏيرن ۽ ديوانن جا ڇورا پيا پاڻ ۾ بحث ڪندا هئا. مان ۽ منهنجو يار خيرو ڪاسائي سندن گرما گرم انگريزيءَ کـــي ٻڌي دنگ رهجي ويندا هئاسين. ڪڏهـــن خوف به ٿيندو هو تـــه متان بحث ڪندي هڪ ٻئي اـــي ماري نه ڪن. پر پوءِ خبر پيئي ته مارڪٽ جو ڪم وري ٻين کـان ڪرائيندا هئا. سندن ڪم هـو صرف لنبيون لنبيون سنسني خيز تقريرون ڪرڻ. نيٺ سائين چونڊون به ٿيون. ٺڪو مـون ووٽ ڏنو ٺڪو وري خيروءَ. ڪير ٿو اُس ۾ ڏهه ميل پنڌ ڪري ۽ هڪ ڪاغذ جي ٽڪريءَ تي ليڪو پائي! پر ڪجهه ڏينهن کان پوءِ خيروءَ چتاءُ ڏنو، "يار ڪودڙا، ڪجهه ٻڌو به اٿيئي ته شهرن جا واڻيا، هندستان ڀڄي به ويا."

مونکي کل اچي ويئي. شهرين کي مان تند مغزي سمجهندو هوس. پر ٿورن ئي ڏينهن بعد ڏسان ته مار! ڳوٺ جا واڻيا به لڏ پلاڻ ڪرڻ لڳا. مان ۽ هنن سان

گڏ ۾ ڏندڻ ٽين تڏي ڪٽي، ڏڪا کائيندو، موچـڙا سهندو، توبهه ڪندو، گيسي گهندو، اَٺ مٺو ٽيندو، نيٺ آزاد هندستان جي ڪولهاپور ڪئمپ ۾ اَچي وارد ٿيس.

سڪ، مون لاءِ ڪو خاص تفاوت ته ٿيو ئي ڪين. هتي به گهور ڪرڻ شروع ڪيم. مسلمانـن بـدران مرگهٽن کي اوڌر ڏيڻ شروع ڪيم. هوريان هوريـان "اَڪڙي ٽڪڙي" به سکڻ لڳس. فقط پنهنجو چئن پٽين وارو گهر ڪو نه هوم. ڪئمپ جون کهڙيـون ڳالهيون ڪيان اَدا؟ ڪنهن ڪان ڪجهه ڳجهو هجي ته ڪري چپ به چوريان.

هڪ ڏينهن چوڻ لڳا ته راشن وغيره بند. رڳـو مهني ۾ ڇهه روپيا ماڻهوءَ کي. راشن پيو ملندو هو ته گهور جي ڪمائيءَ مان پيو ڪم هلندو هـو. راشن به اهڙو ٿي مليو جو مون جبر جنگ ڪودڙي ڪـي به بيمار ڪري ڇڏيائين. ڪجليءَ ستيا نـاس ڪـري ڇڏي. مونکي ڪجلي ته منهنجيءَ زال کي سوري. پٺيم کي وري ٻئي بيماريون. انهن نازڪڙي ٽنبوءَ جي گرمي سهي نه پيئي سگهيءَ هر هر مورڇا ٿيو پيئي پوي. هڪ ٻئي مان بيزار ٿي پيا هئين. ٿوريءَ ڳهٽيءَ ڳالهه تي تڪرار. سياءُ چيڙاڪ ٿي پيو. ڏارين سان به ٿوريءَ گهٽيءَ ڳالهه تي ڏڪڙ تي اَٿو لڳي ويندو هو. ٽنهن

ڏينهن پنهنجون ٽنگون ڪنهي ڪنهي ملڪ جي مڙني اڳواڻن کي گاريون ڏيئي ڏنم ته هڪ ڄڻي اچي چيو، "ڪودڙا، اڄ ته ٻئڇات ۾ هلون."

"وري ڇا ٿيو آهي ٻيئون؟"

"ٻئنچ ڳڏ ٿيا آهن ته سرڪار وٽ هلون ته ڇهه روپيا پورا نه پوندا."

"پوءِ ڇا ٿيندو؟"

"سرڪار وري راشن ڏيندي. وري به ته پنهنجي آهي نه؟"

قائل ٻوڇڙ ڪلهي تي رکي، چڪري ٽوپي پائي، ناس ڏيئي، ڏوٿيءَ جو پلئه خيال سان ٻڌي، قائل چمپل پائي ٽنبوءَ کان ٻاهر نڪتس ته ٽوپڻ ماءُ رڙ ڪري چيو، "مائي ته ڪائي وڃ!"

"پوءِ ٿو اچي ڪان." دلداري ڏنيمانس، "سرڪار راشن ڏيڻ لاءِ تيار ويٺي آهي. رڳو اسين پنج سو ونس وڃون."

"وڙهجانءِ نه ڪنهن سان." ٽوپڻ ماءُ نٿ ڏاهيندي چيو.

"گدڙ گهر ۾ شير ٿيندو آهي. اتي ته منٿ ڪبي، عرض ڪبو، اکين ۾ آب آڻبي، ٻوڇڙ ڳچيءَ ۾ وجهي، هٿ جوڙي، ٽوپي سرڪار مائي باپ جي پيرن تي رکي عرض ڪبو؛ پوءِ سرڪار مهربان هڪدم حڪم

ڪيندي تہ راشن جا گدام ڪلي وڃن.“ مون هلندي هلندي دل ۾ چيو.

پر پنڌ رنهن پنڌن ڪي هڪ مرگهٽي افسر رعب سان چيو، ”سرڪاري فيصلو اٽل آهي. فيصلو نہ ڦيرائيندي.“

مان تہ موٽي گهر ويس. مان شهوارجي پيڙپ پيي رهيو هوس تہ باهر هل هنگامو ٻڌم. اها ڳالهہ ڪثمپ ۾ ٻجليءَ وانگر ڦهلجي ويئي تہ پوليس وارا بندوقن مان گوليون هلائي رهيا آهن. تنبوءَ جو لنگهہ بند ڪري جوءِ ۽ ندهن سوڌو وڃي هڪ ڪنڊ ۾ لڪس. ٺيڪي ڪرڙيءَ وانگر ڏڪي رهيا هئاسين. تنبوءَ جي پت ڪچا، گولي ڪچا. سرسرات ڪندي اچي اسان مٿان پوندي. اسين ڏڪي رهيا هئاسين ۽ هري رام جو پاٺ ڪري رهيا هئاسين تہ تنبوءَ باهر بيهي ڪنهن چيو تہ ٽوپڙ ڪي ٽنگ ۾ گولي لڳي آهي. خبر ئي ڪانہ پيم تہ ڇاٽو ڪريان. ٽوپڙ ٽوپڙ پڪاريندو تنبوءَ مان باهر نڪتس. جيسين ٽوپڙ ڪي آنبوه مان ڳولهي لهان، تيسين هڪ گولي چيلهہ ۾ لڳم ۽ هڪ مغز مان آرپار لنگهي ويم.

يارو! مان هيئنر بين لاش سان گڏ پيو آهيان. هرڪو لاش پنهنجي اڌوري ۽ ننڍڙي ڪهاڻي پيو ٻڌائي. هرڪنهن جي آڪاڻي گهڻو تڻو ڪري ساڳي ئي

آهي. هڪ ننڍڙو ڳوٺ، هڪ ننڍڙو گهر، هڪ ننڍڙي بتڪڙي دنيا. هڪ راڪاس ڪاوڙ وچان ان ننڍڙي دنيا کي لت هڻي ڪيڏي. اها دنيا ڍهي پيئي. ننڍڙي دنيا مان پوءِ هڪ وڏي دنيا ۾ آياسين، جا ۾ پاءُ نه پيئي. سو ڳالهه ٿي ڪيم ته منهنجو سالو هو ڪودڙومل پاروملاڻي. ويٺل خيري ڊيري ٽئين جو، هاڻي ويٺل ڪولهاپور ڪئمپ جو. وسارجو نه سون غريب گهورائوءَ ڪودڙي کي. روئجو نه منهنجي لاش تي. مرندو هر ڪوئي. اهو ڀاڳن وارو آهي جو اهنسڪ سرڪار جي اهنسڪ گولين سان مري!

منهنجي لاش کي سينگارجو نه. مان نه شهيد آهيان نه وري اڳوان آهيان. ڪا به قرباني ڪونه ڪئي اٿم. مان ته خسيس ڪودڙو آهيان. ٿڌا ڀلي هڻجوم ڇو جو جهڙ کان وٺي مرڻ تائين صرف ٿڌائي کاڌا اٿم... قدرت جا، ديوانن جا، وڏيرن جا، لچن لوفرن جا، سرڪار جا. باقي منهنجيءَ ٽوپڻ ماءُ، منهنجي ٽوپڻ ۾ سندس ٽوونليءَ جي سو پارت هجيو. ويچاري ٽوپوءَ کي ٽنگ ۾ گولي لڳي آهي. اڙي او ٽوپڻ ماءُ! تو ته نت لاهي ڇڏي آهي. ڇڏو ڀلا رام رام. پرتينءَ پت ٽوپڻ کي.

چريو ٽوپڻ منڊڪائي، سڏڪا ڀري مولڪي ڪٺي ٿو. چوندا آهن ته ڪودڙي جو پٽ ڪودڙو. ڀلا ڪودڙي

پٽ ٽوپڻ جو پيو ڪھڙو حال ٿيندو؟ ويچارو هٿ
ڪشمير مان ٻيءَ ڏانھن ويندو. پر مان ويچارو ڇو
ڇوانس؟ شايد رلندي پنندي ڪنھن هنڌ ڏڪ ۾
لڳي وڃيس ۽ سينٽ ٽوپڻ مل تي پوي. پلي ٽن
ساٿين سان گڏ مولڪي ڪڻ پٽ. منھنجو ڦاٽل بوچڻ
سنڀال سان ڪٽجانءِ. منھنجي رت سان پريل آٿيئي.

مون کي چار ڇٽا ڪلھن تي ڪٽي پيا وڃن. ”رام
رام سنگھ هئي، سنتگرو سنگھ هئي“ اڙي هي هندستان
اخبار وارو ڇاٿو ڇوي؟ انهيءَ مائيءَ اخبار تہ سنڌ
ڦٽائي. پر هيئنئر تہ ٻي ڳالھہ ٿو ڇوي. دور دور تمام
پري پري هڪ ملڪ ۾ لڙائي چالو آهي. هڪ پاسي
آهن غريب ڪودڙا تہ ٻئي پاسي آهي سرڪار. سرڪار
عادت انوسار گوليون هلائي ٿي پر غريب بہ موت ۾
گوليون هلائين ٿا. مونکي بہ جيڪر بندوقڙي هجي
ها. مان بہ جيڪر ٽڪ ٽڪ ڪيان ها. منھنجون
گوليون هوا ۾ اڏامن ها، ڪودڙي جون گوليون بہ
ڪنھن جي ڇيلھہ ۾ لڳن ها، ڪنھن جو مغز اڏائين
ها، ڪنھن جو بوچڻ رت ۾ ٻاڙهو ڪن ها. اڪبار
واري ڇوڪري کان پڇو تہ اهو ملڪ ڪھڙو آهي؟
مان جنھن پيو جنم اٿي وٺان.

مونکي ساڙي ڇڏيو، ساڙي رک ڪري ڇڏيو،
جنھن مان نئون جنم وٺان. هڪ ڪودڙو ختم ٿي ويو

پر هاڻي هڪ نئون ڪوڏڙو جنم وٺي رهيو آهي... ڇڱو ٿيو جو جهونو ڪوڏڙو جلدي مري ويو. اهڙن ڪوڏڙن جي نه سرڪار کي ۽ نه سنڌس مٿن مائٽن کي گهرج آهي.

يارو! مان نئون جنم وٺندس. مان هندوستان ۾ اسي وري نئون جنم وٺندس. مان نئين جنم ۾ گوليون کائي نه مرندس. مان به بندوق هٿ ۾ کڻي گولي جو جواب گولي سان ڏيندس، ڪنهنجو مغز اڏائيندس، ڪنهنجو رت سان ڀريل لال بوڇڻ جهنڊو ڪري جهولائيندس. ترسو يارو. رڳو ٿورو وقت ترسو. مونکي نئون جنم وٺڻ ڏيو...

## ڇهاءِ

ايشور آنچل

اسٽيشن ڏانهن اُسهڻ کان اڳ هن دل ۾ فيصلو ڪيو ته پاڻ "نه" ڪندو. "ها" ڪرڻ ۾ هنکي پنهنجو ايمان تي نظر آيو. کيس فخر هو ته پيار ۾ پاڻ سدائين ثابت قدم پئي رهيو آهي. هنکي پنهنجي وفائيءَ تي ناز هو. "ها" ڪرڻ ۾ هنجي ان ناز کي چوٽ رسڻ جو امڪان هو، تنهنڪري هن پڪو فيصلو ڪيو ته پاڻ "نه" ڪندو. هنجي پتنيءَ کي سرڳواس ٿئي اَڃا ڇهن مهنن جو عرصو به مس گذريو هو، ته هوءَ ٻيءَ ڇوڪريءَ کي ڏسڻ لاءِ وڃي رهيو هو. مرضي نه هوندي به هو وڃي رهيو هو. سندس عزيزن جڏهن کيس ٻيهر شادي ڪرڻ لاءِ ڏاڍو تنگ ڪيو تڏهن هن دل ئي دل ۾ فيصلو ڪيو ته ڇوڪري ڏسڻ مهل پاڻ اهڙيون حالتون پيدا ڪندو جو ان بعد ڪنهن کي به وري شاديءَ بابت ڳالهه ڇيڙڻ جي جرئت ڪانه ٿيندي.

سيٺ رتنچند جو اڪيلو پٽ ڪرشن فرسٽ ڪلاس جي گاڏي ۾ ويهي سوچي رهيو هو پنهنجي وڌوا پڻ جي باري ۾. گهر مان سهي سنبري نڪرڻ وقت هن

ڪيس ڇهو هو، ”دادا، انڪار نہ ڪجو. ڇوڪري ڏاڍي سباجهي آهي. ڏسڻ جي بہ هروڀرو خراب ڪانهي. اجائي هوڏ نہ ڪجو.“ اهو ٻڌي وڏوا پيرڻ جي ڇهري ڏانهن ڪن لاءِ ٽڪنڪي لڳائي نهاريو هئائين ۽ سندس چپن تي مرڪ ڊوڙي آئي هئي.

پونا ميل شواجي نگر پار ڪري چڪي هئي. هنجي موڪري نرڙ تي گهنج پئجي ويا. سندس ڏسڻيءَ ۽ وچينءَ آڱر جي وچ ۾ جهليل سگريٽ چپن جو اوسيڙو ڪيڏي ذري گهٽ اُجهامڻ تي هئي. آڱرين تي لهس اچڻ ڪري ساڄي هٿ جي ڏسڻيءَ ۽ آڱوٺي وچ ۾ جهليل سگريٽ جو ٽوٽو هن چپن جي وچ ۾ آندو. دونهون گهاٽو ۽ هلڪو ٿي گاڏيءَ جي فضا ۾ پکڙجي ويو. دونهي ڏانهن ڏسندي هن ڪان هڪ اُيو ساهہ نڪري ويو ۽ خشڪ سنهڙن چپن تي مشڪ سڌي ليڪ جيان پکڙجي وئي. پنهنجي ڪرنڊڙ وارن کي ڏائي هٿ سان لساڙيندي هو وري گهري سوچ ۾ غلطان ٿي ويو. هن سوچيو اِستريءَ جو من ڪيترو نہ وچتر آهي...

سندس پيرڻ کي وڏوا ٿئي گهڻو وقت ڪو نہ لنگهيو هو. هوءَ پتيءَ جي گهر ۾ رهندي بہ جڻ ڌاري هئي. هنجو پتي موهن هڪ عجيب انسان هو. سڄي رات جاڳي الائي ڇا پيو لکندو هو ۽ پره ڦٽندي ئي گهر مان

غائب ٿي ويندو هو. صبح جو سهاڳ جي گلن جي خوشبوءِ بدران هن جي ڪمري مان پنن سڙڻ جي بدبوءِ ايندي هئي. موهن ٿوري ئي عرصي ۾ سلھ جو شڪار ٿي ويو هو. مرڻ کان ڪجھ ڏينهن اڳ، هن پنهنجي پتنيءَ کي عزيزن جي روبرو چيو هو، ”ڀڳوان ساکي آهي ته مون توکي ڪڏهن به پتنيءَ جي روپ ۾ گرهڻ نه ڪيو آهي، منهنجي مرڻ بعد جيڪڏهن ڪو توسان شادي ڪرڻ چاهي ۽ جي تنهنجي دل ٺهي، ته شادي ڪري ڇڏج.“ وڌوا جي اها دکدائڪ ڪهاڻي ڪيترن ئي نوجوانن لاءِ رومانوي بڻجي پيئي هئي ۽ انهن مان ڪڏهن ڪن شاديءَ جي آڇ ڪئي ته هن ٺوڪاري ڇڏي هئي. اڄ اهائي سندس وڌوا پڻ ڪيس ٻيهر شاديءَ لاءِ زور پري رهي هئي...

هنجي سنهڙن چپن تي ڦڪي مرڪ ڊوڙي آئي. پونا ميل پنهنجيءَ ڌن ۾ اڳتي وڌي رهي، هئي.

”مخزن ڏيندا؟“

”هون؟“ ڪرشن کان هلڪو ڇرڪ نڪري ويو -

”ها“ ڇٽي اخبار اڳيان وڌايائين.

ڪرشن ڏٺو ته سامهون واري سيٽ تي شڪرادائي ڪنڌڙ گهٽ خوبصورت ڪاله هئي. هوءَ هلڪو هلڪو مشڪي رهي هئي. هنجي چهري مان ائين پئي ظاهر ٿيو ته هوءَ ڪهڙي به وڏي ڇرچي تي صرف مرڪي

سگهندي. ٺهڪ ڏيڻ هنجي سڀاءَ جي خلاف هو!
"ڪا ضرورت ڪانهي." چئي هو وري ماضيءَ ۾
ڪوهجي ويو. پونا ميل ٽيليفون-تارن جي ٿنڀن کي ڀڃيان
ڏڪيندي اڳيان وڌندي پئي ويئي. ڪرشن جي دماغ
۾ ڪيترن مهنن جو جهونو واقعو تري آيو. انهيءَ واقعي
سندس زندگيءَ ۾ اُلوڪي راحت پيري ڇڏي هئي. پاڻ
تڏهن سينگاپور جي مسافريءَ تان موٽيو هو. سانس گڏجڻ
لاءِ مت مائٽ پيا ايندا هئا، ليڪن پاڻ گهر جي گوڙ
گهمسان کان پري اُلگهه ڪمري ۾ ويهي ڪجهه سوچيندو
رهندو هو. سوچڻ هنجي عادت هئي، جيتوڻيڪ استاني
روپ ۾ هنجي اڳيان موضوع نه به هوندو هو. ويئي
ويئي پنهنجو پاڻ ۾ گم ٿي وڃڻ هنجو سڀاءُ هو. هوُ هڪ
اهڙي ڪويءَ وانگر هوندو هو، جنهن کي پنهنجي ڪوتا
ڳوليندي به نه لڀندي هجي ۽ هوُ پنهنجي ڪوتا جي
تلاش ۾ هميشه ڀٽڪندو رهندو هجي. ڪيس اها به خبر
ڪانه هئي ته سندس ڪوتا جو رواپ ڪهڙو هو. هن
گهڻيون ئي راتيون ساگر جي ڪناري چانڊوڪيءَ ۾
گهاريون هيون، اونداهين ۾ ويران پٽن ڏانهن هن گهٽيئي
پند جهاڳيا هئا، ليڪن قدرت جي سونهن هنجي اُساٽيل
هردي کي راحت نه رسائي سگهي. اڄ به اڪيلو پنهنجي
مسافر آتما بابت ئي سوچي رهيو هو ته سندس ننڍي
ڀيڻ موهني ڪلندي ۽ ساهيڙيءَ کي چوٽيءَ کان سوگهو

جهلي ڍوڪيندي اندر ڪمري ۾ آئي. سندس ساهيڙيءَ شرم کان ڳاڙهي ٽيندي ٿي ويئي. هن سڃاتو ته هوءَ ڪملا هئي. موهنيءَ پنهنجا ٽهڪ روڪيندي چيو، ”دادا، سڃاڻو ٿا هنکي؟ جنهن توهان گهر ۾ پير پاتو آهي، تنهن ئي هن اسانجي گهر اچڻ بند ڪيو آهي.“

موهني ٿورو ترسي وري چيو، ”دادا خبر اٿوَ، هن ڇا ڪيو آهي؟ هوءَ جو رامچند جو پٽ موهن آهي نه، هن سان پنهنجي مائٽي هن موڙائي ڇڏي!“ اهو ٻڌي ڪرشن کي بيحد عجب لڳو. ڪملا... خوبصورت ڪملا... گلن جهڙي نفيس ڪملا... جا ٿوريءَ ڳالهه تي به شرمائجي ٿي وڃي، ان ۾ ايتري همت ڪٿان آئي؟ ۽ موهن... هن ڪملا سان شادي ڪرڻ ٿو ٿي چاهي جڏهن ڪملا جي پتا جو موهن جي پتا کان ڌنڌي ۾ دوکي جي ڪري صدمي سبب موت ٿيو هو؟ موهن جو پتا سنت ئي جڳهه جو جس وڏيڪ وقت نه ماڻي، دل ٽٽڻ سبب گذاري ويو هو. موهني ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر ويئي ته پاڻ ڪملا کي چئي ويٺو.

”هي سڀ تو ٺيڪ نه ڪيو!“

”مونکي سڌ آهي.“ ڪملا ڪنڌ هيٺ هوندئي جواب ڏنو.

”خبر هوندي به تو ائين ڪيو!“

”ها.“

"سڀ پڇي سگهان ٿو؟"

"موهن مونکي غريب سمجهي مونتي دَيا ڪرڻ ٿي چاهي."

پونا ميل هڪڙن اسٽيشنن کي پٺتي ڇڏي پني جي، ويجهو پوندي ٿي ويئي. ڪرشن پنهنجي ئي خيالن ۾ مگن، گاڏيءَ جي رفتار کان بي خبر هو.

"توهين بمبئيءَ رهندا آهيو؟" سامهون سيٽ تي ويٺل نازنين ٻيهر سوال ڪيو. ڪرشن ڪنڌ ڌوڻي "ها" ڪئي.

"هنجو آواز ڪيترو نه مٺو آهي!" هن سوچيو، ڪملا... ڪملا جي آواز ۾ ٻه ڪيڏو نه ميٺاج هو! هنجي دل ۾ ڪيڏو نه آنهر سؤمان هو! هوءَ سندس طبيعت ۾ نهٺي ويٺي هئي. انڪري سائنس شادي ڪرڻ جي ڳالهه گهر ۾ ڇوري هئائين. ڇوڪريءَ جي مائٽن مان ڏيتي ليتي ملڻ جي اُميد به گهٽ هئي. سندس پتا جي ناتي سان ڪملا جا مائٽ ارمپچي نه ٿي سگهيا. انڪري کيس اها شادي منظور نه هئي.

پونا ميل کي هلڪو جهوٽو آيو ۽ وري اڳ جيان هلڻ لڳي. سيٺ رتنچند کي آخر پٽ جي هٿ اڳيان هار ڪانئي پيئي. هڪ ئي پٽ تان آهو ڪٽڻ هن لاءِ ڏاڍو مشڪل هو.

"توهين چانهه پيئندا؟ هن ڪنڌ ڪڍي مٿي نهاريو؛

ڪمرَ جي لوڏ سان ”ها“ ڪئي. ڪيس هنجون اکيون ڏاڍيون موهيندڙ لڳيون. گاڏي ڪرجت کان ڇٽي، چانهه جو پيالو هٿ ۾ جهلي هوءَ وري خيالن ۾ سمائجي ويو. شاديءَ جي پهرين رات هن ٽهڪ ڏيئي گذاري هئي. اها رات ڪيتري نه سٺي هئي. پر ڪيڏي نه مختصر! ٻنهي جڻ حياتيءَ جون گهڙيون حسين نگريءَ ۾ گذاريون هيون. وقت جي رفتار جي سمڪ کان اڻ سڌ هئا.

پونا ميل دستور موجب هوا سان ڳالهيون ڪندي اڏامندي پئي وئي.

”توهان چانهه نه پيئي!“

”هون“ چئي ڪرشن چانهه پي ڪوپ ٽري (Tray) ۾ رکيو ۽ سگريٽ دکائي وري ويچارن جي وس ٿي ويو. ڪملا کي ٿورو بخار ٿي پيو هو. سندس سارو ڏينهن ڪملا جي پر ۾ ئي گذريو.

هڪ ڏينهن دوا جو وزن ولندي ڪملا پڇيو هو، ”مان جيڪڏهن مري وڃان ته، توهان ٻي شادي ڪندءُ؟“

تڏهن پاڻ ڪملا جي اکين ۾ اکيون اٽڪائي، ساڄي هٿ سان گاڏيءَ کي ٿورو مٿي جهلي چيو هئائين.

”ڇو، توکي مونتي وشواس نٿو اچي؟“

گاڏي ڪلياڻ کي ويجهو پهچندي پئي وئي.

هنجي ماضيءَ جو باقي باب؟... هن جي اکين اڳيان سئنيما جي چِٽن جيان ڦري ويئي زندگيءَ جي اها رات، جڏهن هن جو چندرما هميشه لاءِ اسٽ ٿي ويو. ڪملا جو پيٽ جي سور سبب ڦٿڪڻ، دانهون ڪرڻ ۽ صبح ٿيندي ئي سندس زندگيءَ جو ديپ اُجهامي وڃڻ سندس اکين آڏو تري آيو. ڇهه مهنا اڳ جو اهو واقعو ياد ڪندي دکَ ۽ پيڙا وچان هنجو هنياءُ ڀرجي آيو. سندس اُداس اکين ۾ آب آيو. هن رومال سان اکيون اگهڻ چاهيون. رومال ڏڪندڙ هٿن مان ڪري پيو. ڏوڙها لڳائڻ لاءِ هن دريءَ کان ٻاهر نهاريو.

پونا ميل دادر اسٽيشن پٺيان ڇڏي اڳيان وڌي رهي هئي. ڪملا جي موت بعد هن پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ وڏو خال محسوس ڪيو هو. سندس زندگيءَ مان ٽهڪ ئي موڪلائي ويا هئا. اڪيلائيءَ هنکي تنگ ڪري ڇڏيو هو. ان هوندي به هن ڪڏهين ٻيهر شاديءَ بابت ڪونه سوچيو.

"رومال توهان جو آهي؟"

"ها، مهرباني،" رومال وٺندي سندس هٿ هنجي هٿ سان ڇهجي ويو. ٻن هٿن جو ڇهاءُ! عورت جي هٿ سان پرش جي هٿ جو ڇهاءُ! هن محسوس ڪيو گويا چندرما جي ڇهري تان ڪڪر هٽي ويا ۽ پرڪاش

جون ڏارائون ڦٽي، ڦهلجي هڏجي اُنگ ٽڪي جگمگائي اُٿيون. هن جو پريشان من مسرت جي نور سان ڀرجي ويو. هن سوچيو، "عورت ڪيڏي نه مهربان آهي! ان جي نفيس ڇهاءَ جي نزاڪت سندس اڳيان ڪيل فيصلي تي ڇانئجي وئي."

پونا ميل بمبئيءَ اسٽيشن تي پهتي. ڇوڪريءَ جي مائٽن ڏٺو ته ڪرشن جو چهرو ٻهڪي رهيو هو.

# عزت ڪپي اڏاري

ڪرشن راهي

آفيس مان منهنجي ايندي ئي، ستيءَ چوڻ شروع ڪيو، "پر هي آخر ڏيوس ڇو نه ٿا؟ مٿو جڏهن ٿو اچي، ته ڏرڻو ماري ٿو ويهي رهي؛ ڏکي ڏوڙي ته مٿي کي ٻاهر ٿــي ڪيان. تڏهن به ڪو وڃي! ويندو ته به پڻ پڻ ڪندو ويندو."

مون ڪوٽ لاهي ڪليءَ جي حوالي ڪندي چيو، "ڇا، چوي ڇا ٿو؟"

ستيءَ موڙو ڏيندي چيو، "چوندو وري ڇا؟ اهو ئي، ته ڪپڙا واپس ڪريو، سيٺ ناراض ٿو ٿئي. مسواڙ ڪان مون ته ڇا، پر منهنجن پوين به توبه پڙي. بس، ڪپڙا ملن نه جڻ لڪ ڪٽيم."

ستي رنڌڻي ۾ هلي وئي. مون ڪٽ تــي پاڻ ڇڏيندي چيو، "هيتري مسواڙ ٻيو به ڪوئي ڏيندس، ڪڏهن اهو به پڇيو اٿيس؟"

ستيءَ رنڌڻي مان ئي جواب ڏنو، "ها، پر مٿي کي جڏهن مسواڙ ڪپي ئي کائي، ته پڇانس ڏوڙ. مولڪي نه توهانجي سمجهه ئي ماٺ ٿي اچي."

"ءِ، مونکي تنهنجي سمجهه تي اوڳرائي ٿي اچي."
مون جلندي چپن ۾ پڻ پڻ ڪئي.

گهڙي رکي، وري سٽيءَ جو آواز آيو، "پر آخر پراون ڪپڙن ۾ رکيو ڇا آهي؟ ماڻهو پائيندو آهي ته پنهنجا سبائي پائيندو آهي ڪين پراوا پائي، وتندو آهي گشت ڪندو! ماڻهو پڌندؤ ڇا چؤندؤ؟" سٽيءَ جو آواز هونئن ئي ڪنن سان وڙهندو آهي، هيئر ته ويتر ڳالهايائين ڏاڍيان، بس، مونکي گجي اچي ويئي، "سو ماڻهن کي بيو ڪم، ڌنڌو آهي! ها، باقي جن نه پڌو هجي، تن کي وڏي واڪي دهل تي ڏؤنڪو هڻي، وچ بزار ۾ وڃي پڌاءِ ته نانءُ ڏئيڻي."

سٽي رنڌڻي مان نڪري آئي. هٿ ۾ ويلڻ به کڻي آئي. دروازي جي چانئٺ وٽ بيهي چيائين، "سو ڪاوڙ وري مون مان ڏا ڪيو؟ پاڻ ڏاڍيان ڳالهايو ته بس، باقي مان ٿورو ئي ٿي ڳالهايان ته ڪامڻي وڃي ٿي لڳيوَ؟" آهستي آهستي سندس آواز ويو ڳرو ٿيندو، ۽ چار ڳوڙها به ڳري پيس ۽ اوچنگار ڪڍي چيائين، "ها، مٽيءَ ماءُ جي هڪڙي ئي ڌيءَ آهيان نه، جنهن وٽيڪو ٿيڻ هلايو."

مونکي بيٺي ته باهه هڻي پر ڪجهه چئي نه سگهيس. خبر ناهي ڇو زال ذات جا ڳوڙها ڏسي، دل ڳائون ماڻون ٿي ويندي اٿم. پر تڏهن به چپن ۾ پڻڪندي چيم،

”مان به ننڍڙو آهيان نه، ننڍهين تي جوش ڏيکارين؛ مس سهرو جيئرو هجيئي، نه هيئن ڪاڪڙو ڪيڏين جيڪر.“

ٻـوٽ لاهي، همٿ ڌوئي وينس مس، ته ستي ٻه روٽي پائي کڻي آئي. مون دل وندي چيومانس، ”منوهر ڪٿي آهي؟“ حالانڪ مونکي خبر به هئي ته انهيءَ وقت هو راندروند ڪرڻ ويو هوندو، ۽ ائين چئي جو پنهنجي سفيد پٽيهي ڪڍي ڪيم ٻاهر، سو سڀيءَ تان به ڪل نڪري ويئي. ڪڇيائين سو ڪونه، پر بس آڻ مڃي، جهڳڙو ختم.

روٽي کائي ستي به ٿي واندي، ته کٽ تي ويهندي چيم، ”تون نه ٿي سمجهين، ستي! انهن ڪپڙن مان مون الائي ڪهڙا ڪهڙا ڪم هيلتائين نه صرف پنهنجا پر پراوا به ڪڍيا آهن. جتي به اهي ڪپڙا پهري ويندو آهيان اتي ’نـه‘ نه ٿيندي آهي. خبر ناهي ڪهڙو علاوالـدين جو چراغ انهن ڪپڙن ۾ لڪل آهي! تنهن ڏينهن منوهر جي ماسٽر جي ڳالهه ڪانه ٻڌائيمانءِ. منوهر کي جو ماسٽر فيِ نـه ڏيڻ ڪري ڪلاس مان ڪڍي ڇڏيو هو، سو چيم ته وڃي ڪجهه عيلاض منٿ ڪريانس ته من مڃي. اهيئي ڪپڙا پائي ويس. پٽيوالي ڏسندئي وڏو سلام ڀـريو. مون جڏهن پڇيومانس، ’هيڊ ماسٽر اندر آهي؟‘ ته اصل ٻانهن وٺي هليو هيڊماسٽر

وٽ. هيڊ ماستر جي سامهون ٽيبل مٿس، ته هيڊ ماستر پنهنجو ڪم ڇڏي اٿي ڪڙو ٿيو. مون کي عجب ته ضرور لڳو. خبر ناهي انهن ڪاڪيءَ جي ڪپڙن ۾ ڪهڙي ڪرامت آهي! مون کي پاڻ گرسي سوري ويهڻ جي آڇ ڪيائين. مونکي به اهڙن موقعن تي ضرور سمڪ اچي ويندي آهي. نهي نڪي وينس ته هيڊ ماستر مونکان پڇيو، 'چا پيئندا، چانهه يا ليمن؟'

"مون ناڪار ڪندي چيو، 'ڪجهه نه، گهران ئي آيو آهيان، بس ضرور نه آهي.' پر هيڊ ماستر سائين ڪٿي ٿو ڇڏي. آخر چانهه اچي وئي ۽ گڏوگڏ سندس پاٽيءَجا بسڪوٽ به. منوهر جي ڳالهه ڪئي ماڻس ته يڪدم ماستر کي گهرايائين. منهنجي منهن تي چيائينس ته منوهر کي ڪجهه به نه چوي، پلي جڏهن وٽيس تڏهن في آٽي. ماستر تي به منهنجن ڪپڙن جو اثر ٿيو. همٿ ملائيندي چيائين، 'منوهر توهانجو پٽ آهي؟ مونکي خبر نه هئي؛ خير هيئنر ڪيس ڪجهه نه چوندس، توهين خاطري ڪريو.' هيڊ ماستر حال احوال پڇڻ چاهيو ته ٻڌائيندي چيو ماڻس، 'هيئنر ته مان آفيس تو وڃان، آفيس جو وقت ٿي ويو آهي، هيئنر نه، ڪنهن ٻئي دفعي گڏجنداسين."

"ضرور، ضرور؛ پلا پنهنجي آفيس جو پٽو ته ڏيئي وڃو." هيڊ ماستر انتظاريءَ وڃان چيو. مون کيس

پنهنجي آفيس جي ائڊريس ٻڌائي ته عجب کائي، کلي ڇپائين، "اڇا ته يونيورسل ٽريڊنگ ڪارپوريشن توهان جي ڪمپني آهي! ته بس، ڪڏهن ڪم پيو ته ضرور اَچڻو ئي پوندو. انهيءَ ڪمپنيءَ جي جڳهه ڏسڻ تي ئي ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍي دل ٿيندي آهي."

"ڇا ٿي سمجهين؟ ڪيڏن بيوقوف ٻڌائي آيو مانس ته! مونءَ سمجهيو هوندو ته ڪمپنيءَ جو مالڪ ئي مان آهيان. پلا ڪپڙا جو ڏنائين هڙا اُڇا! تڏهن تو ڇوانءَ ته ڌوٻيءَ کي پڻائيدس. پيو له ته ٻه مسواڙ وڌائي ڏيڻ جو ڪٽي دلاسو ڏينس. سيٺ کي ڪٽي ڇوي ته سندس ڪپڙا ٻئي ڌوٻيءَ سان مٽجي ويا آٿس. جڏهن ملپس ته ڏيندس."

سنتيءَ سڄي ڳالهه ٻڌلدي، ٻڌندي، روئي ٻه ڪائي ختم ڪئي. گرڙي ڪري، انگوڇي سان منهن اُگهندي چيائين. "ڪنهن مهل نه اهو پالدو پگهو، ته بس پوءِ پوليس جي پيچ ۾ هوندءُ، موڙهوئي اسانکي ٻه رڻ ۾ رولي ويندءُ."

مون اُٿي چيو، هل ڇري! اڙي، سلامت رهن هي ڪالو ڌوبيءَ جا ڏال ڪاڏيءَ جسا ڪپڙا. ڏس ته اڇا انهن مان ڪيڏا نه ڪم ٿو ڪڍان. ڪپڙا نه، سمجهه ته عزت اُڌاري ورتي اٿم."

سنتيءَ ٽوڪيو، "پر جي اينرو شوق اٿو ته پنهنجا

ڇو نٿا ڪٽي سبايو! ماڻهو ٻڌاوا ته ڪڏهن ڪپڙا پائيندو آهي!"

مون ڪنڌ کي هلڪو جهٽڪو ڏيندي چيو، "وري اهائي ڳالهه! چري آهين چري. جيم ته هي ڪپڙا مهانگا آهن. اسان جو ڪم لاهي هڙڙو ڪپڙو خريد ڪري سبائڻ. سلائي ڏسين ٿي، ڇا لڳي پيئي آهي! هيءَ شيرواڻي گهٽ ۾ گهٽ ٧٥ روپين کان گهٽ جي نه هوندي. هن جواهر ڪٽ گرم صدريءَ جو ڪپڙو سمجهين ٿي ته ١٥ روپئين وال کان گهٽ هوندو، ڪڏهن نه. باقي رهي ڳالهه چوڙيدار پاجامي ۽ ڪڙتي جي، سو اهو ڪپڙو به ٣ يا ٤ روپئين وال کان گهٽ نه هوندو. هاڻي ٻڌاءِ ته اهو ڪپڙو ڪٿان ايندو؟ ۽ ايتري سلائي ڪير ڀريندو؟ هتي ته حال اهڙو لڳو پيو آهي جو ڪوئي سؤ روپيه اُڌارا ڏئي، ته ٻئي ڏينهن ئي جيڪر ڏينهن جو ڏيئو ٻاري ڏيکاريانس."

سنتيءَ کي ڳالهه سمجهه ۾ آئي ضرور، پر زالائتي سمجهه آهي نه، تڏهن به نه مڙي ۽ چيائين، "پر مان ته مٿي سان وري نه ڳالهائينديس، اڄ ته پاڻ منهن ڏجوس."

مون به خنڪيءَ مان چيو، "ها ها، مان ڳالهائيندو سانس. آخر ڪهڙو لاٽ جو پٽ آهي؟"

... ... ... ...

هو لڳن ٿا سڄن ٻيڙهين تائين سچ ڳالهائڻ لاءِ منع ٿيل آهي، ليڪن ڪوڙ نه ڇڏيندس. مونکي هو لڳن شوق نه ٿيو ها، پر ٻئي ڏينهن صبوح جو اچا ڏندڻ وات ۾ وجهي باهر نڪتس مس، ته پاسي ۾ رهندڙ ڳجراتي چمبيلداس سامهون گڏيو. پڇيائين، ”ڪپتان صاحب! رات توهانجي گهر ڪهڙو گول مال هو؟“

مون ڳالهه نه سمجهي، هڪدم ڪائنس سوال ڪيو، ”ڪجهه ڪونه هو؛ ڇا، ڇاجي باري ۾ پڇي رهيا آهيو؟“

چمبيلداس ڏند ٽيڙي چيو، ”اڙي يار! رات مون ۽ منهنجي زال اهي آواز ٻئي ٻڌا، جو سمجهيوسون ته شايد توهانجي گهر ڪوئي تماشو ٿي رهيو هو.“

هاڻي هن جو اشارو اسانجي انهيءَ رات واري ٿيل جهڳڙي ڏانهن هو. انهيءَ ڏينهن مان به ذرا موج ۾ هوس، سو کلي چيم، ”واه! اڙي تماشو ڇا، اهو ته دنگل هو دنگل، چئو ته ڪجهه داءُ پيچ توهانکي به سيکاريون.“

وچاري جو مشڪرائي ٻند ٿي ويو. مون وري ڳالهه بدلائي چيو، ”خير، پر توهان خبر ڏيو ته اڄ توهانجي ڪٿي چڙهائي آهي؟ هيءَ جواهر ڪٽ صدري! هيءَ سوڙهن پاڇن واري پتلون!! سچ ٻڌاءِ چمبلداس! اڄ هيءَ بجلي ڪنهن تي ڪرڻ واري آهي؟“ مون ٽهڪ ڏنو.

”چبلداس به کلي ڏنو ۽ چيائين، ”يار! تنهنجي اها ٽوڪڻ جي عادت نه وئي. ٻئي ڪنهن پاسي نه به، بس

فقط ڪاڏي خوراڪ جي وزير ۾ ڪجھ ڪم آهي..."

"ڪاڏي جي وزير ۾ تنهنجو ڪم! ڇبيلداس، تڏهن اتي ئي وڃي پڳين؟ خير يار! اسانجي سفارش ته ضرور ڪجائنس. پيو نه ته من دهليءَ وارا چانور ئي ڪجھ وڌائي ڏين ته جيئن ڪجھ بليڪ مارڪيٽ ڪري، ڪٽڪ جو پورائو ڪريون؛ توهانجي هيءَ مڪائي ته يار، آنڊن ۾ باه ٿي پيدا ڪري." مون ڪيس لفظي درخواست ڏني.

مان اندر هليو آيس. دل ۾ خيال ڪيم ته بس اها سڀ انهن ڪپڙن جي ڪرامت آهي، نه ته ڪٿي ڇبيلداس ۽ ڪٿي ڪاڏي جو وزير! ڇبيلداس، جو هونئن سدائين عقل جي پٺيان لٺ کڻي گهمندو آهي، سو ڪاڏي جي وزير وٽ، واه!"

تنهن ڏينهن وري ڏنم ته ڇبيلداس ٺهي ٺڪي گهر مان ٻاهر نڪتو. مون پاڇڪي چيو، 'بس، پڪ ئي پڪ ڪاڏي جي وزير وٽ.' مان به ڪپڙا بدلائي، اهيئي ڪالو ڌوٻيءَ جا اُڌارا ڏنل ڪاڏيءَ جا ڪپڙا پهري، ٺهي ٺڪي ٻاهر نڪتس ته ڏسان ته ڪاڏي جي وزير وٽ ڇا ٿو وهي واپري. گهٽ ۾ گهٽ پهنجي ته پارت ڪري اچانس. ڇبيلداس کان ڏس پتو پڇيل هوم. جڳھ ڳولهي لڌم، عاليشان جڳھ هئي. پهريائين خيال ٿيم ته شايد پاس پاس جو رولو نه هجي پر دربان جو مونکي ڏسي، جهڪي سلام ڪيو، سو مان ئي ڌڙڪ اندر ٿيس، ڇاڪاڻ ته منهنجي لاءِ ته اها هڪ بلڪل رواجي ڳالھ ٿي چڪي

هٿي. مان اهي ڪپڙا پائي وڃان، سلام نه ٿين؟ سوين بلڪ هزارين. اندر گهڙيس ته ڏٺم ته وڏي شاهي ميز وڇائي پيئي هئي. جنهن جي چوڌاري پنجاهه کن ڪرسيون ته واهه جون هيون. مان ٺهي ٺڪي هڪڙيءَ ڪرسيءَ تي ٻالم ٺٽجي ويهي رهيس. مهمان ايندا پئي ويا. نوڪر ويچارا ڪرسيون آڻي آڻي ٿڪجي پيا، منهنجي لاءِ اهو سهي ڪرڻ مشڪل هو، ته ڪهڙا مون وانگر ري-ڪونيا هئا، ڇاڪاڻ ته ڏسڻ ۾ سڀ مون وانگر شريف پئي لڳا. خير، مهمان ويهندا ويا. چيلداس به آيو. مونکي هيٺين پير جي قبر تي مجاور ٺٽجي ويٺل ڏسي، چرڪ نڪري ويس. اک پڇي اشارو ڪيومانس ته اُدا سنڀالجانءِ، نه ته هڪ ٻئي جي حجامت جو سامان ٻنهي وٽ موجود آهي. هو به سمجهي ويو ۽ ڪڇيائين ڪونه. مان به آرام سان ويهي رهيس. منهنجي پاسي ۾ جو مهاشيه ويٺو هو، مون محسوس پئي ڪيو ته رکي رکي سندس نظر منهنجن ڪپڙن تي پئي پيئي. ٻئي ڪنهن ته نهاريو به نه ٿي، اوپرو جو هوس؛ پر هن هر هر پئي ڏٺو. مان دل ۾ ڪڇيون هڻي رهيو هوس ته شايد ڪيس منهنجي شيرواڻيءَ جي سلائي پسند اچي وئي آهي. شايد ڪجهه ان بابت پڇي، تنهنڪري دل ئي دل ۾ خيال ڪيم ته جي ڪجهه پڇيائين ته مان به ڦهڪائي ڏيندوسانس، ڪپڙا پنهنجا نه آهن ته ڇا ٿيو، اگهه جي ته خبر اٿم. سلائيءَ لاءِ ته پڪ پڇندو ۽ الهيءَ

ڪري ئي ويچار ڪري ڇڏيم تہ بمبئيءَ جي انن ڏهن لامڪنين درزين جا نالا جهڙوڪ، اونس فريزر، ايڇ. آر. دايس، وائيٽ ويز انڊ ليڊلاس، وسيامل آسومل ۽ موتوانڻي وغيره جا نالا پڙهائيندو وساس. بلڪ انهن ڪٽي ڇوندو وساس تہ انهن ۾ ڪيترن ٻاهر جي ماهر ۽ مشهور درزين جي هڪڙي گڏيل ڪميشن ويهي، صلاح ڪري هنن ڪپڙن جي ڪٽنگ ڪئي آهي. جيتوڻيڪ سندس ڪپڙا بہ ڪي گهٽ اُچا نہ هئا، پر ڏهن بہ مونکي پنهنجا، ها پنهنجا ئي تيا نہ، ڪي قدر بهتر نظر اچي رهيا هئا؛ پر هن بہ چار دفعا ڏسي، وڏيڪ نهارڻ ئي ڇڏي ڏنو.

ميز تي طرح طرح جا طعام اچي ڳاهٽ تيا، جن کي ڏسي مونکي يڪدم انهيءَ جڳهہ جي ٻاهران لڳل ويچاري پوسٽر جي يادگيري آئي، جنهن جي اي حرمتي ڪري، خوب مٺي پليٽ تي ڪئي ويئي. پوسٽر تي لکيل هو: 'اناج وڏيڪ پوکيو ۽ ڪوشش ڪري اناج اجايو نہ وڃايو.' واه جو اناج جي بچت ڪري رهيا هئا هي سائينءَ جا سنواريا! رکي رکي مون وري بہ اک ٽيمت ڪري پاسي واري مهاشيہ ڏانهن پئي ڏنو تہ ڏسي تہ نہ تو، پر هن شايد منهنجي دل جو حال ڄاڻي ورتو هو ۽ منهن ئي ٻئي طرف ڪري ڇڏيو هئائين، پر ڪجهہ منجهيل ضرور پئي لڳو. ڪيس سوچ ۾ پيل ڏسي مان تہ خوش هوس. سامهون ويٺل پنهنجي پاڙيسريءَ ۽ پاڻ جهڙي شريف، ڇبلداس ڏانهن

ڊولٽن لاءِ ستن ڏيڍهين ڏاڪڻين سچ ڳالهائڻ لاءِ منع ٿيل آهي، ليڪن ڪوڙ نه ڇڏيندس. مونکي هونئن شوق نه ٿئي ها، پر ٻئين ڏينهن صبوح جو اڃا ڏندڻ وات ۾ وجهي، ٻاهر نڪتس مس، ته پاسي ۾ رهندڙ گجراتي ڇبيلداس سامهون گڏيو. پڇيائين، "ڪيئن صاحب! رات توهانجي گهر ڪهڙو گول مال هو؟"

مون ڳالهه نه سمجهي، هٻڪندي کانئس سوال ڪيو، "ڪجهه ڪونه هو ڇا، ڇاجي باري ۾ پڇي رهيا آهيو؟"

ڇبيلداس ڏند ٽيڙي چيو، "اڙي يار! رات مون ۽ منهنجي زال اهي آواز ٻڌا، جو سمجهيوسون ته شايد توهانجي گهر ڪوئي تماشو ٿي رهيو هو."

ڪاٿي هن جو اشارو اسانجي انهيءَ رات واري ٿيل جهڳڙي ڏانهن هو. انهيءَ ڏينهن مان به ذرا موج ۾ هوس، سو کلي چيم، "واه! اڙي تماشو ڇا، اهو ته دنگل هو دنگل، جنهن ته ڪجهه داءُ پيچ توهانکي به سيکاريون."

ويچاري جو مشڪڻ ئي بند ٿي ويو. مون وري ڳالهه بدلائي چيو، "خير، پر توهان خبر ڏيو ته اڄ توهانجي ڪٿي چڙهائي آهي؟ هيءَ جواهر ڪٽ صدري! هيءَ سوڙهن پاڃن واري پتلون!! سچ ٻڌاءِ ڇبيلداس! اڄ هيءَ بجلي ڪنهن تي ڪِرڻ واري آهي؟" مون ٺهڪ ڏنو.

ڇبيلداس به کلي ڏنو ۽ چيائين، "يار! تنهنجي اها ٽوڪڻ جي عادت نه ويئي. ٻڌي ڪنهن پاسي نه ٻه ٻس

فقط ڪاذي خوراڪ جي وزير ۾ ڪجھ ڪم آهي...“

”ڪاذي جي وزير ۾ تنهنجو ڪم! ڇبيلداس، تڏهن اتي ٻه وڃي ڀڳين؟ خير يار! اسانجي سفارش ته ضرور ڪجائنس. ٻيو نه ته من دهليءَ وارا ڇانور ئي ڪجھه وڌائي ڏين ته جيئن ڪجھه بلئڪ مارڪيٽ ڪري، ڪٽڪ جو پورائو ڪريون؛ توهانجي هيءَ مڪائي ته يار، آنبن ۾ ٻاھ تي پئدا ڪري.“ مون ڪيس لفظي درخواست ڏني.

مان اندر هليو آيس. دل ۾ خيال ڪيم ته بس اها سڀ انهن ڪپڙن جي ڪرامت آهي، نه ته ڪٿي ڇبيلداس ۽ ڪٿي ڪاذي جو وزير! ڇبيلداس، جو هونئن سدائين عقل جي پنيان لٺ کڻي گهمندو آهي، سو ڪاذي جي وزير وٽ، واه!“

تنهن ڏينهن وري ڏٺم ته ڇبيلداس نهي نڪي گهر مان ٻاهر نڪتو. مون پاڻکي چيو، ’بس، ڀڪ ئي ڀڪ ڪاذي جي وزير وٽ.‘ مان به ڪپڙا بدلائي، اهيڙي ڪالو ڌوٻيءَ جا اُڌارا ڏنل ڪاذيءَ جا ڪپڙا پهري، نهي نڪي ٻاهر نڪتس ته ڏسان ته ڪاذي جي وزير وٽ ڇا ٿو وهي واپري. گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ته پارت ڪري اچانس. ڇبيلداس ڪان ڏس پتو پڇيل هوم. جڳھ ڳولهي لڌم، عاليشان جڳھ هئي. پهريائين خيال ٿيم ته شايد پاس پاس جو رولو ڏهجي پر دربان جو مونکي ڏسي، جهڪي سلام ڪيو، سو مان ٻي ڌڙڪ اندر تيس، ڇاڪاڻ ته منهنجي لاءِ ته اها هڪ بلڪل رواجي ڳالھ ٿي چڪي

هئي. مان اهي ڪپڙا پائي وڃان، سلام نه ٿين؟ سوين، بلڪ هزارين. اندر گهڙيس ته ڏٺم ته وڏي شاهي ميز وڇائي پيئي هئي. جنهن جي چوڌاري پنجاهه ڪن ڪرسيون ته واهه جون هيون. مان نهي نڪي هڪڙيءَ ڪرسيءَ تي عالم بڻجي ويهي رهيس. مهمان ايندا پئي ويا. نوڪر ويچارا ڪرسيون آڻي آڻي ٿڪجي پيا، منهنجي لاءِ اهو سهي ڪرڻ مشڪل هو، ته ڪهڙا مون وانگر ري-ڪونيا هئا، ڇاڪاڻ ته ڏسڻ ۾ سڀ مون وانگر شريف پئي لڳا. خير، مهمان ويهندا ويا. چيلداس به آيو. مونکي هيٺين پير جي قبر تي مجاور بڻجي ويٺل ڏسي، چرڪ لڪري ويس. اک ٻيي اشارو ڪيومانس ته اُدا سنڀالجانءِ، نه ته هڪ ٻئي جي حجامت جو سامان ٻنهي وٽ موجود آهي. هو به سمجهي ويو ۽ ڪڇيائين ڪو نه. مان به آرام سان ويهي رهيس. منهنجي پاسي ۾ جو مهاشيه ويٺو هو، مون محسوس پئي ڪيو ته رکي رکي سندس نظر منهنجن ڪپڙن تي پئي پيئي. پئي ڪنهن ته نهاريو به نه ٿي، اوپرو جو هوس؛ پر هن هر هر پئي ڏٺو. مان دل ۾ ڪڇيون هڻي رهيو هوس ته شايد ڪيس منهنجي شيرواڻيءَ جي سلائي پسند اچي وئي آهي. شايد ڪجهه ان بابت پڇي، تنهنڪري دل ئي دل ۾ خيال ڪيم ته جي ڪجهه پڇيائين ته مان به ڦهڪائي ڏيندو سانس؛ ڪپڙا پنهنجا نه آهن ته ڇا ٿيو، اگهه جي ته خبر اٿم. سلائيءَ لاءِ ته پڪ پڇندو ۽ اهيءَ

ڪري ئي ويچار ڪري ڇڏيم ته بمبئيءَ جي انهن ڏهن نامڪلين درزين جا نالا جهڙوڪ، اونس فريزر، اي. آر. ڊايس، وائيٽ وي اينڊ ليڊلاس، وسيامل آسومل ۽ مونواٽي وغيره جا نالا ٻڌائيندو ساڻس. بلڪ ائين ڪٽي چوندو ساڻس ته انهن ۾ ٻين ڪيترن ٻاهر جي ماهر ۽ مشهور درزين جي هڪڙي گڏيل ڪميشن ويهي، صلاح ڪري هنن ڪپڙن جي ڪٽنگ ڪئي آهي. جيتوڻيڪ سندس ڪپڙا به ڪي گهٽ اُچا نه هئا، پر تڏهن به مونکي پنهنجا، ها پنهنجائي ٿيا نه، ڪي قدر بهتر نظر اچي رهيا هئا؛ پر هن به چار دفعا ڏسي، وڌيڪ نهارڻ ئي ڇڏي ڏنو.

ميز تي طرح طرح جا طعام اچي ڳاهٽ ٿيا، جن کي ڏسي مونکي يڪدم انهيءَ جڳهه جي ٻاهران لڳل ويچاري پوسٽر جي يادگيري آئي، جنهن جي بي حرمتي ڪري، خوب مٽي پليت ٿي ڪئي ويئي. پوسٽر تي لکيل هو: 'اناج وڌيڪ پوکيو ۽ ڪوشش ڪري اناج اجايو نه وڃايو.' واه جو اناج جي بچت ڪري رهيا هئا هي سائينءَ جا سنواريا! رکي مون وري به اک ٽيٽ ڪري پاسي واري مهاشيه ڏانهن پئي ڏٺو ته ڏسي ته نه ٿو، پر هن شايد منهنجي دل جو حال جاڻي ورتو هو ۽ منهن ئي ٻئي طرف ڪري ڇڏيو هئائين، پر ڪجهه منجهيل ضرور پئي لڳو. ڪيس سوچ ۾ پيل ڏسي مان ته خوش هوس. سامهون ويٺل پنهنجي پاڙيسريءَ ۾ پاڻ جهڙي شريف، ڇيلداس ڏانهن

تهاري پٺيءَ مشڪيم ۽ موت ۾ جڻ لاچار ٿي، ڇبيلداس به پنهنجا ڏند پٺيءَ ڏيکاريا.

اوچتوئي اوچتو ڪجهه گڙٻڙ ٿي ويئي. سيڌي سان ڪٺو مان به اُٿي کڙو ٿيس. خبر پيئي ته ڪروڙيچند، ڪاڏي جو وزير اچي ويو هو. شڪل ڏٺي مانس ته ڪتي اوگرائي اچي ويم. ڏسڻ سان ئي مونکي ته معلوم ٿي ويو ته ڪپڙا جيتوڻيڪ ڪٺي سادا هئس مگر ڪروڙ ضرور ميڙيا هوندائين. خير ٿوري ۾، ڪانفرنس شروع ٿي. ڪاڏي جي وزير، ملڪ ۾ ڪاڏي جي تڪليف جو ذڪر ڪيو ۽ پنهنجي وياکياڻ جي آخر ۾ هڪ رٿ ڏيندي چيائين، "اسين سڀ، جي هڪ ويلو، خاص ڪري آرتوار جي شام جو، نه کائون ته بهتر ٿيندو ۽ ڪاڏي جي تڪليف به گهٽبي؛ ۽ انهيءَ لاءِ اسانکي پهريائين پاڻ سان شروعات ڪرڻي پوندي."

مون دل ۾ چيو، 'رٿ ته سٺي آهي، پر عمل ڪير ڪندو.' خير، ڪن ڏيئي ٻڌڻ لڳس. سڀ پس ۾ ٽيڪا ٽپڻي شروع ٿيڻ لڳي. آخر ويٺلن مان هڪڙي جڻي همت ٻڌي چيو، "پوءِ اهو ويلو ڪٿي کاڌو وڃي؟"

ٻئي جڻي انهيءَ جو جواب ڏنو، "هوٽل ۾."

پهرئين چيو، "۽، جي ڪوئي ڏسي وٺي، ته پٽ وائڪي ٿي وڃي، ڪرسيءَ تان به هٿ ڌوئڻو پوي. اخبارن وارا حرامخور اهڙا آهن جو شل نه ڪنهنجي پٺيان پون؟"

ٽئين ڄڻي رت پيش ڪئي، "مون ۽ ڦلن ڦولن تي ڇو نه گذران ڪيو وڃي."

مون دل ۾ چيو، 'هينئر ٿي جڏهن وزير ۽ ليڊر هيڏا سٺيا ستايا مال ٿا کائين، تڏهن ٿي عام ماڻهن کي رکي سڪي روٽي مس ٿي ملي، سا به نه جهڙي. جيڪڏهن وزير وڃي مون ۽ ڦلن ڦولن تي پوندا، ته عام ماڻهن کي ته ڇوڏن ۽ ڪاٺين تي گذران ڪرڻو پوندو.' هڪ ٻن ڄڻن هن رت، جي تائيد ڪئي، ليڪن اها رت به پسي پيئي. مونکي جهل ٿي نه پئي آئي، سمجهه ۾ نه پيو اچيم ته "ڇو هھڙي سولي سوال کي حل ڪرڻ ۾، هيڏا عقل جا اڪابر منجهي پيا هئا. لاچار جڏهن ڪنهن ۾ افعال نه ڏٺم، تڏهن اٿي سيٺي جي منهن ۾ ٺهڪائي هنيم، ڇو نه اهو آرتوار جو ويلو، ڪنهن معزز ميزبان جي اٺت هوم قبول ڪئي وڃي، جتي نيٺ ڏيئي شهر جي ڪل شريف ماڻهن کي گهرايو وڃي."

سڀ ٺڙڪي اُٿيا. سيٺي منهنجي رت جي فائدي ۾ تاڙيون وڄايون ۽ رت ڏيندڙ جي يعني منهنجي، قابليت جو داد ڏنائون. مون به خنڪيءَ وچان پنهنجي شيرواڻيءَ جو ڪالر، ٻٽڻ لاهي، کولي ڇڏيو ۽ پوءِ وري همت سان اُٿلي سڌو ڪري، ٻٽڻ پائي، پنهنجي ڪرسيءَ تي ڪٽي پاڻ کي رکيم. اڃا به منٽ به نه گذريا ته پاسي واري مهاشيه مونکي اشارو ڪندي چيو، "ذرا ٻاهر ته هلجو، توهان ۾ ڪجهه ڪم آهي."

منهنجي دل ڌڙڪڻ لڳي، ليڪن همت ٻڌي چيم، ”هلو، هلو، مان حاضر آهيان.“

ٻاهر نڪري اچي دالان ۾ بيناسين ته هن مخاطب ٿي چيو، ”هي ڪپڙا توهان ڪٿان آندا آهن؟ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪوشش نه ڪجي، نه ته پوليس جي چانڊي نزديڪ آهي.“

”هان!“ مونکان ڇرڪ نڪري ويو، ليڪن تڏهن به ٻم جهلڻ جي ڪوشش ڪندي چيم، ”هي ته ڪو نمونو آهي پڇڻ جو؟“ چاڪاڻ ته انهن ڪپڙن جو، ۽ انهن جي ڪري تازي مليل عزت جو، نقلي نشو مون تي اچا سوار هو.

هن اکيون ڏيکاريندي چيو، ”صاحب! هي ڪپڙا منهنجا آهن. شيرواڻيءَ جي ڪالر تي منهنجو نالو لکيل آهي. شڪ ته مونکي، توکي ڏسڻ سان ئي ٿيو هو پر غم کائي ويو هوس، اهو سوچي، ته ٻين وٽ به مون جهڙا ڪپڙا ٿي سگهن ٿا; پر جڏهن تو ڪالر کولي سڌو ڪيو، تڏهن پنهنجو نالو ڏسي ورتم، هاڻي تو سمجهيو؟“

هو نئين جو مون سمجهيو هو ته شرافت سان ڪوئي ڪپڙن بابت سوال ڪندو ته ڀاڄڪي ڀڄائي، سڀئين آسمان تي ڪٽي وينديس، پر هينئر ته هڪ به آسمان هٿ نه آيو. ماڳهين پاروئي اٿو پڪڙجي ويو. عزت ۾ ڦڪ. منهنجن ته آسن اميدن تي ڇانهه هارجي ويئي; هاڻي ڇا چوانس ته ڪپڙا منهنجا آهن؟ هٿ جوڙي معافي

ونندي چيومانس، "معاف ڪجو، ڌوٻي ڪپڙا مٽائي ڏيئي ويو آهي، شايد اسان ٻنهي جو ڌوٻي ساڳيو آهي؛ سياڻي ئي واپس ڪندس." ۽ ڪيس ڪٽي هٿ جوڙيم.

هن مهاشيه جو منهن ته غصي جا اڱر ڇڏي رهيو هو، پر الائي ڪيئن منهنجيءَ جوانيءَ تي رحم اچي ويس، سو ٺري ويو، پر رعب سان چيائين، "جي سياڻي ڪپڙا نه پهتا ته پوليس هٿڪڙين سان ناناڻي گهر جو پاس-پورٽ ڪٽي، تنهنجي در جي ٻاهران ڪڙي هوندي، سمجهيئه؟"

مون عاجزيءَ وچان ڪنڌ نوائي چيو، "سمجهيم، خوب سمجهيم؛ آئينده اهڙي غلطي نه ٿيندي."

۽ جند ڇڏائي ڪيم ڪڙي. اصل ٺڳون ڪلهن تي رکي ڊوڙيس؛ دم به گهر اچي پٽيم. گهر اچڻ سان ڏسان ته ڪالو ويٺو هو. پاڻ ڪجهه چوي ئي چوي، تنهن کان اڳيئي مون ڪپڙا لاهڻ شروع ڪيا ۽ سندس هٿ ۾ هڪ رپيه ڏيندي چيومانس، "ڀائو، هي رپيو اٿو ۽ هي ڪپڙا، ڪيئن به ڪري اڄ ئي وڃي سيٺ جي گهر پهچايو."

ڪالو ته واتڙو ٿي ڪپڙا ڪٽي هليو ويو، پر سنتيءَ کي ته جڻ اعتبار ئي نه ٿي آيو. مونکي ٻانهن ۾ هٿ وجهي چيائين، "سچ! ائين!! اڄ پايو ها نه، مون ته اڃا هينئر مٽي کي مسڪا پاليس ڪرڻ شروع ڪئي هئي. اڃا ٻه ٽي هفتا پيا ٻه وٺي ڏيانو ها."

مون دل جي ڳالهه لڪائيندي آکيو، "نه ڪو، وري خيال لاهي ڇڏيم."

# شڪست

گدو سامتاڻي

اڄ اخبار ۾ پڙهيم، ڪالهه رات مشهور اپنياسڪار، شري سريندر ناٿ جو ديهانت ٿي ويو. جڏهن سريندر جي مؤت جي آخرين رسم ادا ڪرڻ لاءِ اها خبر ڇپي هئي، نه نه مان ڄاڻان ٿو، هن جو مرتيو ان رات ٿيو هو، جنهن رات

ڪجهه سال اڳ سريندر هڪ ناول لکيو هو. سندس رچنائن ۾ اهو ناول بهترين مڃيو ويو هو. هڪ ڏينهن مون سريندر کان پڇيو هو، "تو شراب ڇهي به نه ڏٺو آهي؛ پوءِ به تنهنجي ناول جو نائڪ تمام گهڻي شراب پيئڻ سبب مري ٿو وڃي؛ تون ائين ڪيئن ڪري سگهئين، ڇو ڪيئن؟"

سريندر جواب ڏنو هو، "رچيندڙ ۽ رچنا جو سنبنڌ بلڪل Complex آهي. انکي ايترو آسانيءَ سان سمجهي نه سگهندين."

"مطلب؟"

"هڪ رچيندڙ آهي، ايشور. هڪ هن جي رچنا آهي، انسان. اڇا ايشور جي آهي، ڪرم انسان جو.

إنسان جي پاپ - پڇ جا ڪرم ايشور جي اڇا سان ئي ٿين ٿا، پر رچيندر ”پاپ - پڇ ڪان مڪت آهي.“

”ڇا تون ساهتيه - ڪلا کي هڪ ليلا، هڪ مايا ٿو سمجهين؟“

اسين ڪافي - هائوس ۾ ويٺا هئاسين. آرڪيسٽرا تي مڌم، اداس ڌن هلي رهي هئي. روشني، ڌنڌلن شيشن جي پڪن مان ڇڻي، ٽهلو وچائي، مايوس ٿي ويئي هئي. اوچتو، آرڪيسٽرا جا ٻيا ساز سانت ٿي ويا. صرف وايولن جڏهن هلڪا سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. پوءِ اها ٻه هڪ ڊيل سڏڪو ڀري سانت ٿي وئي. وايولن جي سڏڪن وچ ۾ ئي مون سوال پڇيو هو، ”ڇا تون ڇا ساهتيه - ڪلا کي هڪ ليلا، هڪ مايا ٿو سمجهين؟“

سريندر جي اکين هيٺان پيل ريکائون ڪجهه گهريون، ڪجهه ڇٽيون ٿي ويون، جڏهن هنجي اکين وايولن جي سڏڪن کي ساڪار ڏسڻ ٿي چاهيو. ۽ جڏهن وايولن جي آخرين، ڊيل سڏڪي کي هن ڏسي ورتو. هن جون اکيون اداس ٿي ويون. مون هڪ ليک جي من جي پيڙا ان کن ۾ ڏسي ورتي.

مون ڳالهه جو سلسلو قائم رکڻ لاءِ پنهنجو سوال دهرايو، ”ڇا تون ..“

سريندر وچ ۾ ئي چيو، ”اميس مايا ئي آهي - ؟

مان نرمالا آهيان، مان ڪيل رڇيان ٿو؛ مان مايا ۾ سرو-وياپڪ آهيان، سرو-شڪتيوان آهيان."

موهن جي ڳالهه سويڪار ڪري ورتي؛ گرهڻ ڪري ورتي. پر سڀ موهن جيان پڳت نه آهن. ناستڪ به آهن هن دنيا ۾. اهڙي هڪ ناستڪا هئي، گوپا. پنهنجي مڙس جي ڪڙڪ هئي. ڪرنڪ، ليڪڪ-ڀڳوان کي مڃين ئي ڪين. گوپا سريندر جي ناول تي تمام سخت آلوچنا ڪئي.

سريندر آلوچنا پڙهي. پنهنجي سياويڪ اُپمان سان چيو، "Ignorance is bliss"

موهن چيو، "مڃيم؛ پر گوپا جي گيان جي چاڻ رکندي، سمجهان ٿو، اهـا چوٽي تـوسان نهڪي ٿي اچي."

سريندر چيو، "مان انهنجي گيانو لتيءَ جي باري ۾ گيان پائي، پنهنجي Bliss وڃائڻ نٿو چاهيان."

موهن گنڀير ٿي چيو، "نه سريندر، توکي هن سان ضرور ملڻ کپي. هڪٻئي جي ويچارن کـي جاڻڻ-سمجهڻ ۾ ڪا برائي نه آهي."

"ضرور؟"

"ها."

"نٺاستؤ."

# ڪافي هائوس.

مان، سريندر. گوپا. آرڪيسٽرا لي مدر ذن. جهڪي جهڪي ۽ ٽڪل روشني. ڪافيءَ جا پيالا. سوچيائنو، سريندر هتي ها، پنهنجي ڪهاڻي ٻاڌائي ها، ته توهانکي هڪ بهترين ڪهاڻي ملي ها. هو هئو هڪ ليکڪ. مان ٽيهه هڪ مخزن جو سمپادڪ. پيمت ڪهڙي پلا؟ مان شايد ايڊيٽ ئي ڪري رهيو آهيان. سڀ ڪجهه جو آهي، سريندر جو ئي آهي پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ هن مولکي گهرائي چيو هو، "اميت پاني، لکڻ مون ڇڏي ڏنو آهي، منهنجن ناولن جا حق واسطا، منهنجون ڪجهه اڻ ڇپيل رچنائون ۽ هڪ ڊائري، جو ڪجهه به آهي، توکي ئي ٿو سونپيان."

مون هنجي منهن ۾ ڪجهه ڳولهڻ چاهيو هو، هن جي اکين ۾ ڪجهه ڏسڻ چاهيو هو، جيئن ڪو سهارو پائي، ان ٻار کان ٻچي وڃان. ڪجهه ڪو نه پاتم، نه ڪوئي سنيهه، نه ڪوئي موهه. پنهنجين رچنائن مان هن جو موه نڪري ويو هو. چيو هوم، "سريندر، ايڏو بوجهه مان کڻي نه سگهندس."

سريندر جي مک تي پيڙا جون ريکائون ڪيئڙي آيون هيون. پوءِ او چئو پنهجي هٿن سان منهن لڪائي هن چلايو هو. لڳو هوم، صرف مانسڪ پيڙا ئي نه، ڪا جسمانڪ پيڙا به هئي هن کي. چيائين، "هر رات

هنن سڀني ڪتابن مان منهنجا ڪردار زندهه ٿي اڀريا آهن. پوءِ ڪوئي مونکي شراب پياريندو آهي؛ ڪوئي مونکي مرڻ لاءِ سڏ ڪندو آهي، ڪوئي چوندو آهي، 'تون ڪوڙو آهين، ننڍو آهين. هن مشين ۽ موت جي يگ ۾ تو اسان کي ايترو آدرشوادي، ايترو سادو، ايترو سچيار ٻڌائي، اسان کي ٻوڙايو آهي؛ اها دوکيبازي آهي. اميت، تون هنن کي هتان وٺي وڃ، مونکي ڇوٽڪارو ڏي.”

هتي جو ڪجهه لکي رهيو آهيان، سو سڀ سريندر جو آهي؛ ڪجهه هنجي ڊائريءَ مان، ڪجهه هنجي لکڻين مان... ۽ ڪجهه مون پاڻ ڏٺو آهي.

سريندر ۽ گوپا ٻئي ٻهراڻ گڏيا ڪافي هائوس ۾. گوپا جي باري ۾ سريندر جي ڊائريءَ ۾ لکيل آهي:- گوپا جي ساڙهي پائڻ جو ڍنگ ڪجهه اهڙو آهي، جو هوءَ پنهنجي قد کان ڪجهه وڌيڪ ڊگهي ٿي لڳي. هنجي ساڙهيءَ جي پلؤ کي سندس ڪلهي تان کسڪي اچڻ جي عادت آهي. ڳالهائڻ وقت هوءَ پلؤ جي کسڪي وڃڻ کان بيخبر رهندي آهي. باخبر ٿيندي ئي هوءَ پلؤ کي چڪي پنهي ڪلهن تي ورائي ڇڏيندي آهي... ۽ پلؤ ڪجهه وقت سالم رهي، وري کسڪڻ شروع ڪندو آهي. ڳالهائڻ وقت گوپا جا چپ- خاص ڪري هيٺيون پاسل، رسيلو چپ-

ڪجهه اهڙي مدرا ۾ اچي ويندا آهن، جو لڳندو آهي، هوءَ مرڪي پئي ڳالهائي. سندس ڳالهائڻ ۾ جڏهن تيزي ايندي آهي، تڏهن محسوس ٿيندو آهي، اِجهو ڄاڻ ته ٺهڪ ڏيئي کلي. پر چپن کان نظر هٽائي هن جون اَکيون ڏسڻ سان، هوءَ هڪدم ڪا ٻي اِستري لڳندي آهي... اُداس، اُداس. جڻ ڄاڻ ٽٻي پوندي، روئي ڏيندي. هن جي نراڙ تي هلڪيون، اَٽلڪيون ريکائون آهن، جيڪي رکي رکي، اوچتوئي اوچتو، ڪجهه گهريون، ڪجهه ڇڇريون ٿيون، هن جو آتم-وشواس ۽ شايد ڪو اَڻڄاتل دک ظاهر ڪري ڇڏينديون آهن. هوءَ ڪنڌ جي اِشاري سان جڏهن 'ها' يا 'نه' ڪندي آهي، تڏهن سندس ڪنن ۾ پيل والا، اُن 'ها' يا 'نه' ڪانپوءِ به ڪيتري دير تائين هاڪاري يا ناڪاري لهجي ۾ جهومي جهومي، هن جي ڪيل 'ها' يا 'نه' جو اَثر وڌيڪ گهرو ڪري ڇڏيندا آهن.

ڪافي هائوس.

واقفيت ٿي. ڳالهه ٻولهه شروع ٿي. گوپا چيو، "مخزن ۾ توهان جو ڦوٽو ڏٺو اٿم. پر توهين ڦوٽي کان بلڪل نرالا ٿا لڳو."

سريندر ٻرونا ٽاڻي پڇيو، "مطلب؟"

"مطلب ته جيئن توهان جا ناول، توهان جيون ڪان نرالا آهن." وري ذرا کلي چيائين، "۽ نقل چيز ۽ اصل چيز ۾ تفاوت هجڻ به ته گهرجي."

مون به کلي ڏنو. پر سريندر گنڀيرتا سان چيو، "پر منهنجا ناول گهڻو ڪري Autobiographical هوندا آهن."

گوپا جا چپ دل روڪڻ جي مدرا ۾ اچي ويا. چيائين "پر توهين ته ايسپريسو ڪافي پيئي رهيا آهيو ۽ توهان جي پهاڙيءَ واري ناول ۾ نائڪ ته شراب ٿو پيئي."

سريندر ذرا رڪائيءَ سان چيو، "Transformation"

گوپا سهج ڀاءُ ۾ چيو، "يعني جادوگري؟"

"رچنا."

"مها-جادو؟"

"Damn it"

"O K. Damn it"

آرڪيسٽرا تي ڌن برابر جاري هئي. اسانجي وچ ۾ اوچتو سانت ٿي وڃڻ سبب، جڻ خال پرڻ لاءِ سنگيت اسان وٽ اچي ٿي پهتو. گوپا چپ چاپ ڪافي پيئڻ لڳي. سريندر سڀاءُ موجب جڻ ڪجهه ڳولهڻ لڳو. ڪنهن وچار کي جهٽڻ لاءِ يا من جي ڪنهن ڀاءُ کي سڃاڻڻ لاءِ يا ڪنهن يادگيريءَ کي تازو ڪرڻ لاءِ هن

جون اکيون هميشه هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ لڳنديون هيون. شايد ٻاهريون چيزون هنکي سڄاڻيتا ڪنديون هيون.

اوچتو سريندڙ گويا ڏاڍهن منهن ڪري پڇيو، ”توهان مالرو (Malraux) جو L'Espoir پڙهيو آهي؟“ هن جي نگاهه جواب ڳولڻ لاءِ گويا جي منهن تي ٽڪي، ڪافيءَ جي پيالي ۾ اٽڪي پيئي. چيائين، ”اُن ڪتاب ۾، اسپين جي گهرو جنگ وقت، مزدور ۾ ٻن ڄڻن جي گفتگو آهي. هڪ آهي آلويئر، آرٽ-ڊيلر؛ ۽ ٻيو آهي سيڪلي، آرٽ-هسٽورين. سيڪلي چوي ٿو، ’ڏکڻ ۾ جڏهن لڙائي هلي رهي هئي، تڏهن ڊيولين ۾ سنڌر چٽڙن تي موت خون جا وڏا داغ ڏنا هئا... چٽر اُنهن داغن اُڳيان پنهنجي ڪلا ۽ تيج وڃائي ويٺا هئا.‘

آلويئر چيو، ’اسان کي ٻيا چٽر لڳائڻ گهرجن؛ سڀ نيڪ ٿي ويندو.‘

سيڪلي جواب ڏنو، ’اهو نه فني تخليقن ڪـي کي تمام وڏو درجو ڏيڻو ٿيو.‘

آلويئر صفائي ڏني، ’تخليقون نه، پر فن، ڪلا...‘

سيڪليءَ چيو، ’انسان جي پيڙا اڳيان فن کي تمام گهٽ اهميت آهي، ۽ بدنصيبيءَ سان ڪوبه چٽر ۽ اُن جا رنگ خون جي داغن سامهون بيهي نٿا سگهن، تيج

بڻجي ڏنا وڃن.“

سريندر پال پڙ رکيو. پوءِ چيائين، ”منهنجي ناول جو نائڪ چترن تان خون جا داغ ڌوئي نٿو سگهي، ان ڪري پنهنجي بيوسيءَ کي لڪائڻ لاءِ شراب ٿو پيئي.“

گوپا جا چپ اٽلڪو ڦڙڪيا. مرڪ جڻ الجهي، اٽڪي، ڦٽڪي، ختم ٿي ويئي. ”توهان جا خون جا داغ نه ڌُتا آهن؟“

”ڌُتا اٿم.“

”نه پوءِ؟“

”مان ڪلاڪار آهيان. ڪون ڏسي، مان پڻ نون چترن جو نرماڻ ڪري سگهان ٿو. مونکي شراب پيئڻ جي ضرورت نه آهي.“

”نه توهين ڪلاڪار کي ڪون ڪلا کان، انسان جي پيڙا کان به وڌيڪ اهميت ٿا ڏيو؟“

”ها.“

گوپا جون اکيون وڌيڪ اداس ٿي ويون. هن جي آواز ۾ ٽڪائي اڀري ويئي. چيائين، ”پر مون نه خود ڪلاڪارن تي خون جا داغ لڳل ڏٺا آهن، انهي ڪير ڌوئيندو؟“

”پر اسين سڀ حڪومت، سماج، آرٽ سرشتي ۽ اتهاس جي پيدائش آهيون. انهن جي پيدائن ۾ جڪڙيل

آهيون. اسان کي 'چولڻ' ڪرڻ جي آزاد اِڇا ڪانهي؛ اسين ڪري ئي ڇا ٿا سگهون؟“

”اوهه، نه توهين شايد Existentialist آهيو؟“

”Damn Existentialist. مان ڪلاڪار آهيان.“

”O. K. Damn it“

ان بعد سريندر ۽ گوپا پارڪ ۾ شايد ٽي چار دفعا ڪافي هائوس ۾ ئي گڏيا هئا. انهن ملاقاتن ۾ ڇا وهيو-واپريو، سو ڪونه ڄاڻان. شايد ساهتيہ چرچا ٿي هوندي. ويچارن جو ٽڪر لڳو هوندو. آخر ۾ 'Damn it' ۽ 'O. K. Damn it' چئي هوءُ الڳ ٿيا هوندا. پر چوٿين يا پنجين ملاقات وقت مان حاضر هوس.

مان ۽ سريندر ڪافي-هائوس ۾ ويٺا هئاسين. گوپا به اچي پهتي. گوپا جي ويهندي ئي سريندر چيو، ”اڄ توهين هن آسماني رنگ جي ساڙهيءَ ۾ ڏاڍا خوبصورت ٿا لڳو.“

گوپا هلڪو کلي ڏنو. پوءِ اوچتو هن جي نراڙ جون ريکائون چٽيون ٿي ويون. ”توهان اها ڳالهه چوڻ لاءِ بلڪل پهرين ڏينهن کان ئي سوچيندا آيا آهيو نه؟“

سريندر جي اکين ۾ سويل آرڪيسٽرا جو سنگيت اڀري پيو هو. اهو ڪنهن تاري جيان ٽِمي هن جي اکين ۾ انڌڪار ڪري ويو. گوپا چوندي هلي، ”مون

جهڙيون سانوريون، آسماني رنگ جي ساڙهيءَ ۾ سندر نه لڳنديون آهن - پر تهذيب جو ٺلهو نقاب پائي، پاڻ کي ننگڻ جو طريقو ڏاڍو آسان آهي، آهي نه؟"

سرندر جون نظرون ڪافيءَ جي پيالي تان هٽي، گويا جي منهن ۾ اٽڪي پيون. چيائين، "توهين ڪرٽڪ آهيو؛ هر ڳالهه کي منطق جي نظر سان ٿي ڏسندا. هڪ ڪلاڪار جي سندرتا جي احساس کي سمجهڻ توهان لاءِ محال آهي. توهين ڪلا کي بـ- وگيان جي رستي تي هلائڻ ٿا چاهيو. ڪلا کي پنهنجي اصل، ننگي روپ ۾ ڏسي توهين سهي نه سگهندا آهيو. ٻڌايو، سهي سگهندا آهيو؟"

"منهنجي سهڻ جي ڳالهه نه ڪريو. مان ڪرٽڪ آهيان. اهو سوال پاڻ کان پڇو."

"پر منهنجي ناٽڪ جي شراب پيئڻ تي توهان ئي نه تکي نڪتہچيني ڪئي هئي."

"ڪئي هئم. چِٽن تي لڳل خون جي داغن کي صاف ڪرڻ لاءِ شراب ڪم نه ايندو آهي."

"منطق؟"

"نه. ڪلا جو آدرش."

"ڪلا جو صرف هڪ ئي آدرش آهي:- ڪلاڪار کي پيڙا مان مڪتي ڏيڻ."

"مڃان ٿي. پر ڪهڙي پيڙا؟" نجي پنهنجي؟ يا هن

هڪ جي انسان جي ذهن جي مٿان ڊئماڪلس جي تلوار لٽڪي رهي آهي؟“

”ڪلا ۾ ايڏي شڪتي ٿي نٿي سگهي.“

”ان ڪري جو توهان ڪلا کان وڌيڪ ڪلاڪار کي شڪتيوان ٿا سمجهو. پر سچ ان جي ابتڙ آهي.“

“Damn it”

“O. K. Damn it.”

سريندر پڇيو، ”ڇا پيئندا، ڪولڊ ڪافي يا گرم ايسپريسو.“

گوپا چيو، ”اڄ ڏاڍا خوش پيا نظر اچو.“

”منهنجي ناول جو ٻيو ڇاپو ختم ٿي چڪو آهي، ٽيون پريس ۾ آهي.“

”اميت ٻڌايو هوم. پر هڪ ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته “

”ته؟“

”ته ماڻهن ۾ شرابي نائڪ ايترو ڇو پريه آهن؟ هڪ ديوداس، هڪ توهان جو نائڪ.“

سريندر کلي ڏنو. چيائين، ”توهين ئي ٻڌايو نه، گهڻن کي سندن پاروتيون ملن ٿيون؟“

گوپا به کلي چيو، ”اڄڪلهه ته مونکي توهان مان به ڊپ لڳندو آهي.“

"ڀ پ؟ ڇو؟"

"ڪٿي توهين ٻيهر شروع نه ڪري ڇڏيو."

"مان ڇو ٻيهر لکندس ڀلا؟"

"ٻڌو اٿم، توهانجي جيون ۾ ٻه پاروتيون آيون هيون. اَڄ ٻئي هليون ويئون."

سريندر جي منهن جا سڀ خط و خال تاڻجي ويا. هنجون اکيون، پلڪ-هيٺ پنهجي جيان نڙڪڻ لڳيون. پڻ پڻ ڪري چيائين، "پيار جي درد جي شايد پنهجي هڪ لاڄ آهي. منهنجي ناول جي نائڪ جي پيار ۾ ڪاڏل شڪست، پڙهندڙن لاءِ هڪ وڏي ڪاميابي بڻجي وئي آهي. ڪامياب بڻجي اهوئي نائڪ مونکي جيئڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. اُن ڏينهن وچار آيو هوم، ڪهڙي برائي آهي ٻيهر ۾."

گويا طنز ڀرئي آواز ۾ چيو، "ٻيهر ۾ برائي ته نه آهي، پر سرو-شڪتيوان ڪلاڪار جو ڇا ٿيندو؟"

سريندر ڪي لکيو، اوچتو ڪافي هائوس جي لائيٽ جو فيوز اُڏامي ويو. ۽ اُن انڌڪار ۾ آرڪيسٽرا روشني لاءِ چلائي اُٿي. هنجي من ۾، من جي ڪنهن اونداهي ڪنڊ ۾ لڪل هڪ پاءُ روشني پائي. هنجي من جي سطح تائين ڪجهه آيو هو، سو اَوچتو انڌڪار ٿيڻ سبب روڪجي ويو. هن جا هٿ شايد اُن پاءُ کي سنڀالڻ لاءِ هلچل ۾ اچي ويا؛ ڪجهه وقت ٽيبل تي هلندا، ڪافيءَ

جي پيالي کي ڇهندا، اکين ٿائين کڻي آيا. پوءِ هيٺ ٿي، هٿن گوپا جي ساڙهيءَ جي کسڪي آيل آنچل کي پڪڙي ورتو. هن جو آواز آرڪيسٽرا جي دڪمڻ سنگيت سان پوري لئه ۽ تال ۾ اچي ويو. ”ڪلاڪار جي شڪتي پيار ۾ آهي. ڏيو، مونکي شڪتي ڏيو، پيار ڏيو.“

گوپا ڄڻ اداس اکيون پل پر لاءِ بند ٿي ويون، پوءِ اکيون کولي هن جڏهن ڳالهايو، تڏهن ٻهريون ٻيرو هن جا چپ مرڪ جي مدرا ۾ نه آيا. ”توهين اڄ پنهنجي ناٽڪ جو هڪ ڊائلاگ بلڪل هوبهو دهرائي رهيا آهيو. ياد اچيوَ ٿو؟“

سريندر جي هٿن مان هنجو آنچل کسڪي ويو، گوپا چوندي هلي، ”اڄ توهين پنهنجي ئي ڪلا جي ماياجار ۾ ڦاسي رهيا آهيو.“

سريندر جا چپ پڪوڙجي ويا. ”ڪلا؟ مايا؟ Damn it“

گوپا جي چپن تي مرڪ جي مدرا موٽي آئي.

“O. K. Damn it”

سريندر جو ناول ڏينهون ڏينهن لوڪ-پريه ٿيندو ويو. ناول جي ڪاميابيءَ سان گڏ هڪ غلطفهمي به ڦهلجندي ٿي وئي ته ناول جو ليکڪ خود به شراب پيئندو آهي. مونکي لکيل خطن ۾ ڪيترن پاٺڪن اُن

ڳالهه جو ذڪر ڪيو هو. مون سريندر وٽ وڃي چيو، "سوچي رهيو آهيان مخزن ۾ تنهنجي ناليءَ ڇپرائيءَ ڪرايان ته ليڪ شراب پيئڻ جي خلاف آهي، ڇو ته ناڪ ڪي ڪيترن غلط سمجهيو آهي."

سريندر جي من ۾ ڪا زبردست ڪشمڪش هلي رهي هئي. هن جون نگاهون بار بار ڀٽڪي، سامهون شيلف تي رکيل پنهنجي ناول تي، اچي ٿي ٽڪيون. هن جا چپ ڪجهه چوڻ لاءِ ٿرڪيا ٿي، پوءِ وري هنجون نظرون ڀٽڪڻ تي لڳيون. هو اٿي، شيلف تان ڪتاب ڪڍي آيو. ڪجهه وقت هنجون اکيون ناول جي صفحن تي ڦرنديون، پوءِ اوچتو هڪ جڳهه تي ڄمي ويون. آهستي، ڄڻ پاڻ سان ڳالهائيندي چيائين، "هڪ ڏينهن مون پنهنجي پيرا هن ناول جي نائڪ کي ڏئي سوچيو هو؛ مان مڪت ٿي ويندس. اِن ڏينهن اهو نه ڄاتو هوم ته هڪ ڪلاڪار جي پيڙا جڏهن ڪلا جو سهارو وٺي ڦهلجي ٿي، تڏهن وشو-وياپي بڻجي ٿي وڃي. اَڄ اهوئي درد مونکي وري پيڙڻ لڳو آهي. اُن کان بچڻ لاءِ اَگر ڪوئي پيئي ٿو ته مان اُن جي خلاف نه آهيان."

مون ڏک ۽ اَچرج وچان چيو، "ته ڇا تون به پيئڻ لڳو آهين؟"

هڪ ڦڪي مرڪ هنجي چپن تي اَڀري آئي. "ڪافي

هائوس کان يونيورسل ڪلب جي بار (Bar) تائين گهڻو مفاصلو آهي، سو گوپا کان ٻچي ڏسج.“

موں چيو، ”گوپا، سريندر شراب پيئڻ لڳو آهي.“

”سو ڇا؟“ ڄڻ ان ڳالهه سان هنجو ڪو واسطو نه هو. هن جي آواز ۾ نه اچرج هو، نه ڏک.

”ڏاڍي خراب ڳالهه آهي.“

”خراب-سٺو رواجي ماڻهن لاءِ آهي. هڪ ڪلاڪار، جو ايشور آهي، ان لاءِ خراب-سٺو ڪجهه به نه آهي.“

”تون مذاق ڪري رهي آهين.“

”مان يا سريندر؟“

”بهتر آهي، تون پنهنجي ڪرِٽسزم پاڻ تائين محدود رکين.“

”پر هن جي ڪلاڪاري هر جڳهه اُڇلندي نسي وڃي. ڪڏهن ڪنهنجو هٿ ٿي اچي پڪڙي، ڪڏهن ڪنهن جو آنچل. محدود رکڻ جي صلاح سريندر کي به ڏنهه يا ؟“

”چڱو، گوپا، هڪ ڳالهه مڃ.“

”چئه.“

”سڀاڻي سريندر جي ڊنر-پارٽيءَ لاءِ ڪوٺ قبول ڪر. ڪيئن ايندينءَ؟“

گوپا جا چپ پنهنجي خاص روپ-ريکا وٺي بيٺا. لڳم، هوءَ ٺهڪ ڏيئي کلندي. پر هن صرف چيو، “اينديس.”

ان رات ڊنر-پارٽي تمام دير سان پوري ٿي. سريندر زور ۽ ضد ڪري مون کي ۽ گوپا کي پاڻ وٽ رهائي ڇڏيو. گوپا جڏهن رهڻ لاءِ ڪنڌ لوڏي 'ها' ڪئي هئي، تڏهن مون کي لڳو هو، ان 'ها' ۾ هڪ اڻچاتل ڊپ هو، گهرو ايمان هو، اٽلڪي نفرت هئي. هن جي ڪن ۾ پيل والا ڪيتري دير تائين لڏي لڏي هنجو ڊپ، ايمان ۽ نفرت ظاهر ڪندا رهيا هئا.

اسين الڳ الڳ ڪمرن ۾ سمهڻ لاءِ هليا وياسين.

اُن رات - اُن اڌ رات جو - گوپا جي ڪمري جو دروازو کليو. آرام ڪرسيءَ تي ليٽي گوپا اکيون بند ڪري ڪجهه سوچي رهي هئي. اکيون بند هونديئي چيائين، “اچو، مان توهانجي ئي اچڻ جي انتظار ۾ هيس.”

سريندر جي اکين هيٺان ڪاريون لڪيرون کيمچجي هن جي سڄي منهن تي ڪاراڻ ڦهلائي ويون. منهن لڪائڻ لاءِ هن هٿ وڌائي سڄي دنيا ئي وسائڻ چاهي. گوپا جون اکيون بند هئڻ سبب هن من جي

پاڻ کي دٻائي ڇڏيو.

ڪلڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، ”منهنجو انتظار پيا ڇو؟“

ان سوال جو جواب گوپا نہ ڏنو. چيائين، ”اچو، ويهو.“

سريندر ڀرسان ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

گوپا اکيون کوليون، سڌي ٿي ويٺي. چيائين، ”ٻڌو اٿم، توهان پيئڻ شروع ڪيو آهي.“

”ها، ڪيو اٿم.“

”شايد ڏاڍو دک آهي توهانجي من ۾؟“

”دک پورو لفظ ڪونهي. من ۾ جيڪو ڪجهہ آهي، ان لاءِ ڀاشا ۾ اڃا ڪو لفظ ايجاد نہ ٿيو آهي.“

”ساهتيہ جو نرماڻ جنهن ڪلپنا سان توهان ڪيو آهي، شايد اهائي ڪلپنا توهان کي پيڙا ڏيئي رهي آهي.“

سريندر جو آواز ڳورو بڻجي ويو. ”سپنا ۽ ڪلپنا تہ جيون جو دک ڪجهہ گهٽائيندا آهن. انهن کان سواءِ ئي مان رهيو آهيان.“

”۽ ان ڪري انهن جي جڳهہ شراب ورتي آهي؟“

”شايد.“

”پر اڄ توهان شايد پيتو نہ آهي.“

”وشواس ڪريو، مان پيئڻ لڳو چاهيان. لڏهن نہ

خبر نه آهي ڇو...“ هن ڳالهه اڌ ۾ ڇڏي، ٻي ڳالهه ڇيڙي، ”پر اڄ مان پاڻ کي روڪي ويس. اڄ مان ٻيو ڪجهه ٿو چاهيان.“

”مان ڄاڻان ٿي.“

”ڇا؟“

گويا ٿڪ ڍڳي کلي ڏنو. انهن ٿڪن وچ ۾ به هن جون اکيون اداس ٿي ويون. هوءَ ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيئي ويٺي رهي. هن جون اطرون مٺي ڇت ۾ اٽڪيون رهيون. پوءِ ڪنهن آڪاٽي ٻڌائڻ جي نوع ۾ چيائين، ”توهانجي نئين ناول جي باب ڇهين ۾ نائڪ جي گهر نائڪا رات جو ٽڪيل آهي. نائڪ اڌ رات جو نائڪا جي ڪمري ۾ وڃي چوي ٿو، ’مان شراب پيئڻ نٿو چاهيان. مان پيئڻ ڇڏي ڏيندس. مان صرف چاهيان ٿو، تون منهنجا هٿ مضبوط پڪڙ، مونکي پنهنجي ڇاتيءَ ۾ لڪائي ڇڏ، مونکي پنهنجو سندر سندر منهن چمڻ ڏي‘ ڇو توهين اهوئي ٿا چاهيو نه؟“

سريندر جي دماغ ۾ ڄڻ زلزلو ٿيو. هنجون مٺيون پڪوڙجي ويون. پاڳلن جيان چلائي چيائين، ”مان ان نائڪ سي مارڻ ٿو چاهيان، ناس ڪرڻ ٿو چاهيان.“

گويا وري به کلي ڏنو. چيائين، ”اهو توهان جو اڄايو ايمان آهي. خود ڀڳوان به هڪ دفعو انسان

ڪي جنم ڏيئي ماري نہ سگھيو آهي."

سريندر جي دماغ ۾ اُٿل پٿل برابر جاري رهيو. هن جي من ۾ هڪ رچيندڙ جو ايمان هو، پنهنجي رچنا لاءِ غصو هو، ڪجهہ ڪري سگھڻ جي بيوسي هئي- اُٿل پٿل ۾ هن ايمان کي ٽٽندو ڏٺو، غصي کي دٻجندو ڏٺو. پر بيوسي جيئن جو تيئن قائم رهي.

شايد ان بيوسيءَ کي لڪائڻ لاءِ هن وڏي آواز ۾ بيهودہ لڪائي سان چيو، "پڳوان؟ پڳوان؟ Damn Him"

گويا هڪوار سريندر ڏاڍهن لهاريو. پوءِ سهج سڀاءُ چيائين، "O. K. Damn Him"

اُن رات، اها سڄي رات سريندر پنهنجي ڪمري ۾ پيئندو رهيو. حقيقت ۾ سريندر اُن رات لئي مري ويو هو.

# قرض جي درخواست

لعل پشپ

ليڪن اڃا تائين شايد هيڊ ڪلارڪ جي نظر هن تي نه پيئي هئي. جڻ اهو سمورو وقت پنهنجي سان ڳالهائيندو رهيو هو.

"پليز سر،" هن وري ٽئين سر ڳالهائڻ شروع ڪرڻ چاهيو.

"هڪ منٽ ترس،" هيڊ ڪلارڪ چئي وري فائيل ۾ گم ٿي ويو. "ضروري ڪيس آهي."

هو فيصلو ڪري نه سگهيو ته اهي لفظ هن کي يا (ڪنهن کي به) چيا ويا هئا يا محض هوا ۾ اُڇليا ويا هئا. ظاهر هو، ۽ جيڪڏهن هن کي اُن ۾ شڪ آهي ته هوُ ڇسو آهي، ته هن کي اڃا ترسڻو پوندو. هن چؤطرف نهاريو، سڀني کي ڏٺو، ۽ جيئو ٽيڪ ڪيس پڪ ٿي ته ڪنهن جو به ڌيان هن ڏانهن نه ويو آهي، هن جي ڳالهايل لفظن کي ٻڌڻ جي ته ڏور جي ڳالهه هئي، انهن هوندي به ان اسمبت هو اندازو نه ڪري سگهيو ته سڀني جي يا سڀني مان ڪن جي نظر مٿس هئي يا نه — ۽ هنجي ان پڪ جي ڪاٺ کي اهو اندازو جو ڪيڙو کائيندو رهيو.

وقت جو هوش هن کي نه رهيو هو، هن کي لڳو ته جيڪڏهن اهو سمورو وقت ان سر درد ۾ ٻاٽڪي نه الجهائي رکي ها ته سڀني جو يا سڀني مان ڪن جو ڌيان مٿس هو يا نه، ته هوءَ پڪ ئي پڪ اهو اندازو لڳائي سگهي ها، اگر انهيءَ حالت ۾ چاهي ها ته، ته هيڊ ڪلارڪ اڳيان ٻيهندي ڪيس ڪيترو وقت ٿي ويو آهي.

"اڄ مان سخت 'ٻڙي' آهيان."

هن ٻڌو ۽ چوڻ چاهيو ته اگر اهو سچ آهي ته پوءِ صبح جو سڄو سارو ڪلاڪ ڪئنٽينريا جي هڪ ڪنڊ ۾ مسز ڊيشپانڊي سان چانهه جون چسڪيون ڪير پي رهيو هو ۽ ٽڙيل واڇ مان واهيات مسڪراهٽ ڪير وهائي رهيو هو.

ليڪن هن ڪجهه نه چيو. هن کي سڌ هئي ته هو ڪجهه نه چوندو. ڪي ڳالهيون فقط ٻڌڻ لاءِ ٿينديون آهن، ۽ سوچڻ لاءِ. ائين به پهريان هو هيڊ ڪلارڪ ٿي ٻڌائي ڪٿن ٿي سگهيو، انهيءَ ۾ ڪلارڪ ۽ هيڊ ڪلارڪ جو فرق نه آهي، سوال اهو آهي ته هو پاڻ به ته 'آن ڊيوٽي' هو ۽ ڪئنٽينريا جي سڀ کان پرينءَ ڪنڊ ۾ ويهي هيڊ ڪلارڪ جي واهيات مسڪراهٽ کي هن جي واڇ مان وهندو ڏسڻ جا چاهيائين ٿي، سڄو ڪلاڪ جا چاهيائين، ان مان صاف ظاهر آهي ته هو پاڻ هيڊ ڪلارڪ کان اول آيو هو ۽ ڊيو سان نڪتو هو.

"توکي ڪجھہ چوڻو آهي؟"

"هائو، پنهنجي درخواست بابت آيو آهيان."

"ڪهڙي درخواست؟"

"پراويڊنٽ فنڊ - قرض جي."

"درخواست ڪڏهن ڏني هيئي؟"

"سر، توهان کي اها ته سڌ آهي، هفتو اڳ توهان چيو هو ته سپرنٽينڊنٽ جي سئنڪشن وٺي اڪائونٽس آفيس ڏانهن موڪليندا."

"ته ڇا اڃا نه موڪلي اٿم!"

"سر، اڪائونٽس آفيس ۾ هان ڪالهہ ويو هوس. انچارج ٻڌايو ته اهڙي ڪابہ درخواست هنجي هٿن ۾ ڪونہ آئي آهي."

"ڊسپيچ ڪلارڪ کان جاچ ڪرين ها."

"سر، هوءَ مٽرنٽي - موڪل تي آهي"

"ته هن جي جڳهہ تي ٻيو ڪلارڪ هئڻ گهرجي. تون ائين ٿو چوڻ چاهين ڇا تہ ڊسپيچ ڪلارڪ بنا ڪم هلڻ ممڪن آهي!"

"اِهو برابر آهي سر، پر سڌ پيئي ته هوءَ اڄ کان موڪل تي ويئي آهي ۽ هنجي جڳهہ تي ٻئي ڪنهن ڪلارڪ کي مقرر ڪرڻ جو اَڃا آرڊر نہ ڪيو ويو آهي."

"ته ان کي هان ڇا ٿو ڪري سگهان، ٻڌاءِ؟"

"سر، توهان هفتو اڳ انجام ڪيو هو ته توهان ڏسندا ته هفتي اندر مونکي قرض ملي رهيو آهي توهان کي سڌ آهي ته منهنجي حالت... منهنجو ڪيس بلڪل جينئين آهي..."

"ائڊمنسٽريشن جو انهيءَ ڳالهه سان واسطو ناهي ته تنهنجو ڪيس جينئين آهي يا نه. مکيه ڳالهه آهي گهربل فارم پوري تنهن سان گڏ سرٽيفڪيٽ پيش ڪيو ويو آهي يا نه تنهنجي حالت پر..."

"ها، سر، مون گهربل فارم پوري تنهن سان گڏ پنهنجي فئملي ڊاڪٽر جو سرٽيفڪيٽ پيش ڪيو آهي ته منهنجي زال هن جي زير علاج آهي ۽ هن جي ڏنل دوائن وغيره جو بل اسان کي پرڙو آهي."

هيڊ ڪلارڪ چيس، "چڱو ته تون ٿورو وقت ترسي اچ ته تيسين مان هن فائيل مان فارغ ٿي وڃان."

هن چوڻ چاهيو ته "سر هفتو اڳ به توهان "

ليڪن هن ڪجهه نه چيو. هن کي سڌ هئي ته هو ڪجهه نه چوندو. ڪي ڳالهيون فقط ٻڌڻ لاءِ ٿينديون آهن. ۽ سوچڻ لاءِ.

جيتوڻيڪ ڪي گهڙيون اينديون آهن، جن ۾ هو سوچيندو آهي، پوئين ڳالهه به غير ضروري آهي- سوچڻ. غير ضروري. بي معنيٰ.

هو اتان هٽي ٻاهر نڪتو وقت پاس ڪرڻو پوندو.

ڪيترو؟ 'ٿورو'. ليڪن اهو 'ٿورو' نہ معلوم ڪيترو ٿيندو آهي. هر ڇوندڙ الڳ الڳ، پنهنجو پنهنجو حساب رکي ماپيندو آهي ۽ مزو اهو آهي تہ هن کي بہ ان جي ماپ جي پوري سڌ نہ هوندي آهي. ۽ پوءِ بہ اها شيخي تہ هر لفظ جي، لفظ جي بہ، معنيٰ ٿيندي آهي! 'معنيٰ' ڪهڙي لفظ جي ٿيندي آهي؟ غور ڪرڻ سان، گهٽ ۾ گهٽ هن کي لڳندو هو، جڏهن هن وقت ان 'ٿوري' تي غور ڪيو هو ۽ ڪيس لڳو هو، جيتوڻيڪ هو اهو سڀ پنهنجي مرضيءَ خلاف ڪندو هو، اهو غور پور ڪرڻ هن کي بيڪار ڳالهہ لڳندي هئي ۽ اصل ۾ ڪيس لڳندو ڪجهہ نہ هو، تہ هر لفظ بي معنيٰ آهي- معنيٰ لفظ سوڌو. ليڪن اسان ڏسندا نہ آهيون. روز مرهہ جي جيئي جيون طرف اسان ايترو ايماندار آهيون جو انهيءَ اونداهين سچ طرف بي ايمان بڻجي ويا آهيون.

هو، جتي نہ وڃڻو هوس، اتي بہ ويو، تہ جڏهن هيڊ ڪلارڪ جو اهو "ٿورو" پورو ٿيئي. ويلڙ وت ٻهي هو سڀين نازڪ اخبارن جا وڏا سرا پڙهي ويو. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ هن کي اڻ وڻندڙ، وقتي اُبتا ڏيارڻ جي حد تائين، لڳندي هئي. انهن خبرن ۽ آفيس جي فائيلن ۾ نہ معلوم ڪٿي، نہ معلوم ڪهڙي هنڪي هڪ جهڙائي محسوس ٿيندي هئي.

هو جتي ڪٿي ويو ۽ هر هنڌ بيٺو. جيترن هنڌن تي هو ويو ۽ جيترو هر هنڌ بيٺو، ان مان هن يقين ڪرڻ چاهيو ته ڪافي وقت گذري ويو هوندو ۽ هيڊ ڪلارڪ جو اهو "ٽورو" ڪڏهن جو پورو ٿي ويو هوندو. پڪ ڪرڻ لاءِ جڏهن (هن پوءِ پاڻ کي پڪڙيو ته هن اهو سمورو وقت ڄاڻي واڻي پليٽفارم تي لڳل راڪاسي گهڙيال طرف نه نهاريو هو، شايد ان ڊپ کان ته پنهنجو اهو يقين ته وقت ڪافي چست رفتار سان اڳتي وڌي رهيو آهي، هو وڃائي نه ويهي ۽ پنهنجي ان يقين ۾ هن ڏار وجهڻ نٿي چاهي) هن انهيءَ راڪاسي گهڙيال طرف نهاريو (ان جي ٻن ڊگهن ڪانٽن جي هو هميشه هيڊ ڪلارڪ جي ٻن شارٽ ٽنگن سان ڀيٽ ڪندو هو!) ته هو اندر ۾ سڄو خالي ٿي آيو: فقط ڏهه منٽ گذريا هئا!

وقت فقط ڪئفٽريا ۾ ٿي گذرندو آهي. ان کان ٻاهر ڇڙندو ۽ غلطي هنجي هئي، هن سوچيو، جو هو سڌو ڪئفٽريا ۾ ڪونه ويو.

ڪافي ڀيڙ هوندي به هڪ ڪنڊ ڪئفٽريا ۾ هن کي ملي وئي. هن ڄاڻي ٻجهي ڪافيءَ جو آرڊر دير سان ڏنو. جڏهن ڏنو ۽ ڪافي آئي ته هن ڄاڻي ٻجهي ننڍڙيون چسڪيون، وچ جون وقت جون وٿيون رواجي طرح کان وڏيون وجهي، پيئڻ لڳو.

اهو سڄو وقت هو پاڻ کي ان سوچ کان الڳ نہ ڪري سگهيو تہ درخواست سان گڏ ڊاڪٽر جو سرٽيفڪيٽ هن چڱيءَ طرح چڪايو هو يا نہ، ڪٿي ڏاڇني، جيئوٽيڪ هن چڱيءَ طرح ڏٺي هئي، ڪري تہ نہ پئي. ڇو تہ ان حالت ۾ هن کي وري نئين سر انهيءَ ذليل قرض جي سرانجامي ڪرڻي پوندي. هونئن بہ (گويا اُها ڏاڇني ڪري بہ پئي هئي ۽ ڪري هن جي ڏيهہ ۾ ٿنهجي وئي هئي) اها ڳالهہ اڻٽيڪي تہ نہ هئي. ڪيترا ڀيرا ڪيترن ڪسي ان لنڌڙيءَ ڏاڇنيءَ عيب مٿي ڪرايو هو. تازو مثال ڪپور جو آهي. ويچاري پنهنجي شاديءَ لاءِ قرض جي درخواست ڪئي هئي. مهني کان پوءِ هن کي آفيشل ليٽر مليو، جڏهن شاديءَ ۾ باقي ڇهہ ڏينهن وڃي بچيا هيس، تہ تنهنجي درخواست واپس موڪلجي ٿي. گهربل سرٽيفڪيٽ سان اُها وري پيش ڪر.

ڪپور بہ پڪو اُڦٽ مار ثابت ٿيو. پڙهيل جاسوسي ناولن هن جي مدد ڪئي. هن وڏي آفيسر جي ٻاهران رڙو رڙ مچائي: اگر مون سرٽيفڪيٽ اُٿڻ نہ ڪيا تہ پوءِ درخواست-فارم جي ڪنڊ وٽ ڏاڇنيءَ جا بہ لنڊا ٽنگ ڪٿان آيا؟

نتيجي ۾ هيڊ ڪلارڪ کي حڪم مليو، هڪدم جاچ ڪري سرٽيفڪيٽ "ٽريس" ڪري، منهنجي (يعني

آفيسر جي) ٽيبل تي سرٽيفڪيٽ "سمٿ" کي سگنيچر وٺي پارٽ اڪائونٽس آفيس ۾ وڃ، روبرو قرض پاس ڪراءِ، مختصر ۾ ته مسٽر ڪپور کي ٢٤ ڪلاڪن اندر قرض جا پيسا ملڻ گھرجن. آفيسر پڇيان اهو ته جوڙيو: هن راڻي ڪنٽريءَ ۾ شادي وري ته ٿيندي آهي (اگر قدرت ساٿ نه ڏني ته!) جو ڪنهن جي شادي-قرض جي درخواست هُن...

هن پارٽ کي ڦٽڪاريو ته هو ڪپور جهڙو سمارٽ چور نه ٿي سگهيو. سوڪالڊ گنڀير ڪتابن بجاءِ هن جاسوسي ناول چور نه پڙهيا ۽ سوڪالڊ گنڀير فلمن بجاءِ (جيڪي پنهنجو پيلو، چٽڙيل، بيمار چهرو نئون نئون رومانٽڪ گهونگهٽن سان ڍڪي ايندڙيون آهن) هن ڪپور والگر جيمس بانڊ جون فلمون چور نه ڏٺيون؟

ڪپور جي جڳهه تي جيڪڏهن هو هجي ها ته ايترو حوصلو ۽ ايتري دهشت گڏ ڪري سگهي ها؟ هجي ها چا، فرض ڪر هاڻ، هتان اُٿڻ بعد ۽ آفيس ۾ هيڊ ڪلارڪ سامهون ڪرسي ٿيڻ بعد، ساڻس ساڳي حالت ٿئي ها ته ڪپور جو مثال قائم ٿيل هوندي به هو ايترو حوصلو ۽ ايتري دهشت ڏاري سگهندو؟

شايد.

شڪ آهي.

اسر.

پڪ آهي.

اسـ.

اگر، انهيءَ حالت ۾، هو رڙيون ڪرڻ چاهيندو ته آواز نه نڪرندس، همت لوڏيندو رهجي ويندو، لرزندڙ همت. تمام گهڻو ڳالهائڻ چاهيندو ته به خاموش رهجي ويندو، ٻيءَ حالت ۾ انت شنت ڳالهائي ويندو، تمام ٽڪڙو ٽڪڙو، ۽ پوءِ اوچتو روڪجي ويندو، راهه وڃائي ويهندو. جڏهن اسپيڊ ۾ ٻوڙيندڙ ٽرين اوچتو پٽڙين تان لهي ڊيري تي وڃي...... يا ڦوڪڻي ۾ ڳنڍس ٽڪري ٽڪري پرزندي وڃي ۽ ڦوڪڻو ڦٽندو وڃي، ڦٽندو وڃي، ۽ پوءِ اوچتو ڦس ڪري ڦاٽي پوي... يا...

وڌيڪ ويهڻ هاڻ ناممڪن آهي. هو اٿيو.

هيڊ ڪلارڪ هن کي ڏسي مشڪيو ۽ جڏهن چيو، ”ڇو ڏاڍي دير لڳايئه؟“ ته هن جو چهرو چمڪيو، ڪي تاڻجي آيل ريکائون ٻليون ٿي، سسجي، چمڙيءَ ۾ جذب ٿي ويون.

”تنهنجي درخواست لڌي آهي.“

”اوهه، ٿئنڪ يو سر.“

”هاڻ هڪڙو ڪم ڪر.“

”يس سر.“

”تون ترنت مسٽر گجرال سان گڏج.“

”گجرال سان؟ ڇو سر؟“

"جڏهن مان چئي رهيو آهيان، ڪر."

"اوڪي سر."

"هاڻ وٺ، هيءَ پنهنجي درخواست هن وٺ ڪٽي وڃ."

"سر..."

"جڏهن چوان ٿو، ڪر. تنهنجي ڀلائيءَ لاءِ آهي."

"درخواست ۾ ڪا غلطي ٿي آهي؟"

"نه، تنهنجي ڪا غلطي نه آهي."

"سر، مونکي چڱيءَ طرح ڪولي ٻڌايو، درخواست ۾ ڪنهنجي غلطي آهي ۽ ڪهڙي آهي، اگر ڪٿي ڪنهن جي غلطي آهي ته، ٻئي ڪنهنجي ان ڪري ٿو چوان جو توهان پاڻ چيو ته غلطي آهي پر منهنجي نه آهي، پر هاڻ اهو ته ظاهر آهي ته ڪٿي نه ڪٿي ڪنهنجي نه ڪنهنجي ڪا نه ڪا غلطي آهي اوس، مکيه ڳالهه اُهائي آهي، منهنجو مطلب آهي ته غلطي آهي پوءِ چاهي ڪنهن کان به ٿي آهي، پر مان پاڻ تي دوش کڻڻ لاءِ تيار آهيان، پوءِ ڀل منهنجو ڪو دوش نه هجي، پر مونکي پئسن جي سخت ضرورت آهي، مان توهان کي اول ئي ٻڌائي چڪو آهيان، منهنجي زال جو علاج ڊاڪٽر جو چوڻ آهي، اڃا جاري رکڻ گهرجي، اڃا هن کي وڌيڪ سيون لڳڻ گهرجن... سيون، دوائون، گوريون، ٽانڪ... توهان هفتو اڳ چيو هو......"

هن بند ڪيو ۽ بيحد پڇتايو. هڪڙي پهرين ڳالهه سمجهڻ کپندي هئي ته هيڊ ڪلارڪ يا هن جو گجرال ڇاٿو چوي. هن دفعي به، غلط يا صحيح، هن سمجهيو، سيٺ جون يا سيٺ مان ڪن جون نظرون ڏانهس هيون. ايتري بڪواس ڪرڻ وقت، پاڻ کي بيوقوف سڏيندي هن سوچيو، سندس چهرو بلڪل بگڙجي ويو هوندو. هن جي ذهن تي پنهنجو اهو چهرو چڙهي آيو جنهن کان هن کي حقارت ايندي ۽ تنهن سان گڏ هراس حقارت ۽ هراس. هڪ دفعي پاڻيءَ جي تلاءَ ۾ هن نڍڙي پنهنجو پاڇو ڏٺو. انهيءَ چهري ۾ ڪا چرپر، ڪا حرڪت، ڪا هلچل نه هئي. بلڪل پاوهيڻ، بي جان. پاڻيءَ تي نه پيل، پٿر ۾ اڪريل پوءِ اوچتو اهو پاڇو ٽڪرا ٽڪرا ٿي عجيب و غريب نموني بگڙجي ويو هو. ڪنهن پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلايو هو. ضرورت کان وڌيڪ، وس وچائي، ڳالهائڻ بعد، يا اهين ڳالهائيندي، وچ ۾ اوچتو بند ٿي وڃڻ بعد، هن کي لڳندو هو هن جو اهو چهرو بڻجي ويو هوندو.

مسٽر گجرال، گوري بدن وارو پنجابي، پان چٻاڙي رهيو هو.

"مسٽر گجرال-"

"يس مسٽر...، اچ ويهه."

"مونکي مسٽر شيمڪ موڪليو آهي."

"اِن واٽ ڪنيڪشن؟"

"منهنجي هن درخواست جي باري..."

هن درخواست مسٽر گجرال اڳيان رکندي چيو، "مسٽر شيٽ شايد اوهان سان ان بابت اول ئي ڳالهايو آهي."

"مونکي ڪجھ ياد نٿو اچي. پر تون ٻڌاءِ مان تولاءِ ڇا ٿو ڪري سگهان؟"

"مهرباني ڪري گائيڊ ڪريو تہ هن درخواست ۾ ڪهڙي غلطي آهي، غلطي آهي ضرور، مسٽر شيٽ مونکي ٻڌايو آهي، جيتوڻيڪ منهنجي ڪا غلطي ڪانهي، مسٽر شيٽ مونکي ٻڌايو آهي، پر پوءِ بہ غلطي آهي ضرور، خالي اها خبر نٿي پوي تہ ان ۾ ڪهڙي غلطي آهي، ۽ ڪنهنجي غلطي آهي."

هو وري سهڪڻ لڳو ۽ کيس لڳو تہ هو پنهنجي ڳالھ چڱيءَ طرح سمجهائي نہ سگهيو آهي، جيتوڻيڪ سمجهائڻ جهڙو ان ۾ ڪجھ خاص ڪونہ هو، اها ايتري رواجي هئي، پر کيس لڳو، ان لاءِ گهربل لفظ وري بہ هن کي نہ ملي سگهيا آهن.

گجرال درخواست ڏسندي چيو:

"برابر هن ۾ غلطي آهي."

هن عاجزيءَ سان نهاريو.

"مسٽر شيٽ برابر آهي."

هن ڪجهه به محسوس نه ڪيو.

"هيءَ درخواست نه هلندي."

"مسٽر گجرال..."

"هيءُ فارم رد ڪيو ويو آهي."

"مونکي خبر نه هئي."

"ائڊمنسٽريشن انهيءَ قرض لاءِ نئون فارم ٺهرايو آهي."

"ڪهڙو؟"

"يائي اها ته مونکي به خبر ڪانهي."

هن هڪدم اتان هلي وڃڻ چاهيو.

گجرال وري چيو، "مون اهو نئون فارم سچ ته ڏٺو به ڪونهي. مان ڄاڻڻ ٿو چاهيان ته ڪٿهن به ڏٺو آهي! پوءِ به مونکي پڪ آهي ته هن فارم تي درخواست نه هلندي. اڄ ڪالهه موڪليل سڀ درخواستون اڪائونٽس آفيس مان واپس آيون آهن. هر هڪ درخواست جي هيٺان فوٽ نوٽ هنيل آهي ته مهرباني ڪري نون فارمن تي درخواستون موڪليون وڃن."

ڪو فائدو نه هو، هن سوچيو، ڪو به سوال اٿارڻ سان - ۽ هن هڪدم اُتان هلي وڃڻ چاهيو.

# ٻوڙهيت هڪ ٻيءَ جو

هيرو شيوڪاڻي

ان ڏينهن منهنجي دوست رميش ڇڳاڻيءَ جي ڏاڏي جون پڳڙيون هيون. اتي پهچڻ کان اڳ، منهنجي اندر هڪ هلڪي آشا ايري هئي؛ يا پڪ هئي ته اتي مونکي پنهنجو پاڻ کي تسڪين ڏيڻ لاءِ اخلاقي پنيرائي ملي ويندي. ڇو ته دوست رميش منهنجي نظر ۾ نه رڳو تعليم يافته جوان آهي، بلڪ- جنهن مون هن بابت وقت گذرندي رايو جوڙيو آهي- آزاد طبع ۽ نون ويچارن جو شخص آهي. اصل ۾ مون اهو اندر ۾ اڳي ئي سوچي ڇڏيو هو ته ڏسان رميش ساڳيءَ حالت ۾ ڇا ٿو ڪري. مونکي، الائي ڇو، ان وقت ائين لڳو هو ته هوُ به ضرور مون جيان ئي ڪندو، هن جو رويو به ساڳيو ئي رهندو. ۽ اهڙو موقعو ترت ئي- جنهن پنجن مهنن ۾ نهي آيو، ان تي مونکي ڪافي خوشي ٿي هئي. رميش جي ڏاڏي جي سرڳ پڌار ڄڻ جي خبر مونکي ڪنهن گهڻگهري، ٻه ڏينهن اڳ، فون تي ڏني، تڏهن مون اتيئي فيصلو ڪيو هو ته پڳڙين تي ضرور ويندس. هونئن دل نه ارٿيءَ سان وڃڻ جي هئي، نه انڪري ته ڪو مان ان قسم جي فرض ڏانهن سجاڳ آهيان. نه، نه، منهنجي

دلچسپي صرف ان ذهن شروعاتي گهڙيءَ وقت رميش جي رد - عمل کي جاچڻ جي هئي. ڏسان هو ڇا ٿو ڪري؟ اهڙن موقعن تي حاضر رهڻ (مان اڪثر اهڙن موقعن تي تمام گهٽ ويندو آهيان) جي فرض کان وڌيڪ، خاص ڪري رميش جي ڏاڍي جي بگڙڻ تي، منهنجي من ۾ رهيل اها هلڪي آشا ئي، سچو ڪارڻ هئي.

آفيس کان سڌو رميش جي گهر ويو هوس. گهر ٻاهران گهٽيءَ ۾ ئي ماڻهو گڏ ٿي ويا هئا. خاص گهڻا ڪونه هئا، ان کان گهڻا وڌيڪ ماڻهو مون وٽ آيا هئا. اها ڳالهه مونکي خوب وڻي. پر مون جڏهن رميش کي ڏٺو. تڏهن مون کي سچ پچ ڌڪو اچي ويو. اول ته وشواس ئي نه آيو ته هو ائين ڪري سگهي ٿو. ڏٺم هن به وار ڏنا آهن. سچ، رميش ڪسي وٽي اها ڳالهه منهنجي لاءِ ڪافي نراس ڪندڙ هئي. بنا وارن جي هو عجيب بيوقوف جهڙو لڳي رهيو هو. هن جي مٿي جو 'شيپ' جيڪو هوائن سندر سنواريل وارن ۾ لڪل هو، نهايت ئي بي ڊولي نموني ظاهر ٿي بيٺو هو. رواجي حالت ۾ مونکي ان وقت کل اچي ها؛ پر سچ اهو آهي ته مان چاهيندي به کلي نه سگهيس. 'ته رميش به وار ڏنا آهن.' بار بار من ۾ اهي لفظ دهرائيندي مون ٿوري گهٽي لڇ محسوس ڪئي، يا ٿوري مونجهه ۽ گهٻراهٽ به. لڳو ڪي اتي

وينئل ماڻهو مون طرف ارت ڀريل نگاهن سان ڏسي رهيا هئا، يا شايد اهو منهنجو وهم هو، پر اِ، وهم شايد ڪونه هو. ڪي ساڳيا ماڻهو هتي به آيا هئا. مون پاڻ تي ضابطو رکڻ چاهيو ۽ سڀ ويڪ ٻڌڻ جي ڪوشش ڪيم. باقي دلي طرح سان اتي ويهي رهڻ جو مون وٽ هاڻ ڪو به ڪارڻ نه بچيو هو. رميش سان ترت ئي منهن مقابل ٿيڻ کان بچڻ لاءِ ۽، ساڳئي وقت پنهنجي گهٻراهٽ ۽ مُڙهجي ويل گناهه جي احساس تي جيئن پاڻ لاءِ، پاسي ۾ وينئل هڪ غير دلچسپ ماڻهوءَ سان ڳالهين ۾ جنبي ويس.

منهنجي پيءُ جو ديهانت اٽڪل پنج مهينا اڳ ٿيو هو. اهو منهنجي لاءِ ڪافي اوچتو ۽ بي وقتائتو هو. شايد هرڪو موت اوچتو ۽ بي وقتائتو ئي ٿيندو آهي. يا وقت کان اڳ ٿيندو آهي يا وقت کان پوءِ. وقت تي ڪو ورلو مرندو آهي. مان به ان وقت ان حادثي کي سهي وٺڻ لاءِ بلڪل تيار نه هوس. اهو ڪڏهن نه ڪڏهن اچڻو ئي آهي، ان جي سڌ هوندي به، مون پاڻ کي هڪ سنو پٽ ثابت ڪرڻ لاءِ، جنهن وقت ۽ عرصي کان پوءِ اهو چاهيو هو، اهو عرصو مونکي ملي نه سگهيو. ان ڳالهه جو ڏک مونکي هميشه رهندو. اهو شايد ٻڌائڻ جو ضرور ڪونهي ته مونکي پيءُ لاءِ بيحد عزت هئي، شروعات کان وٺي- ٽڏهن کان، جڏهن

کان مون هوش سنڀاليو آهي. ۽ ان لاءِ مونکي سبب
به آهن. مونکي گهڻو ياد آهي ته منهنجي پيءُ مون
لاءِ ڇا-ڇا نه ڪيو هو. سڀ پيءُ شايد ئي ايترو
ڪندا هوندا. ماءُ چوندي آهي ته تون جڏهن به،
ننڍپڻ کان وٺي ڪو ضد ڪيو، پڻهين اهو پورو ڪندو
هو. خاص ڪري بيماريءَ جي ڏينهن ۾ تنهنجي بستري
تي روپين جا ڍير هوندا هئا. (شايد ان ڪري ئي مان
ننڍپڻ ۾ اڪثر بيمار رهندو هوس) منهنجي ماءُ اهي
ڳالهيون ۽ ٻيون انيڪ ڳالهيون اڳ به ٻڌايون هيون ۽
هاڻي، منهنجي پتا جي ديهانت بعد به، ٻڌائيندي آهي.
پر هاڻي هنجي چوڻ جو لهجو البت 'ٽريجڪ' هوندو
آهي. حالانڪ اهو مونکي چئي ڇڏڻ کپي ته سڀ
ضد پورا ڪرڻ پٺيان اجائي اوچي ڪلپنا ڪرڻ جي
ضرورت ڪانهي. جڏهن کان مان سچيءَ معنيٰ ۾ ضد
ڪرڻ جهڙو ٻڻيو آهيان، تڏهن 'انهن ضدن' جي نسبت
۾ منهنجي پيءُ جي رواجي ارٿڪ حالت وڌيڪ سچائي
رهي آهي. ته به سراسري طور مونکي پيءُ لاءِ اڄ به
عزت آهي. مون چاهيو هو، جئن هرڪو صالح اولاد
چاهيندو آهي (يا چوندو آهي) ته پڙهي لکي، وڏي
نوڪري هٿ ڪري، ماءُ پيءُ کي پوئين وقت سکي
رکندس. ان ڪري ڏک آهي جو مونکي گهربل وقت
نه ملي سگهيو. جيتوڻيڪ ان احساس کان به انڪار

ڪو ڪرڻ چاهيان ته چاهي ها وڏيڪ وقت جيڏو هجي ها، ته به مان ڪيس سڪ نه ڏيئي سگهان ها. ڪنهن کي سڪ ڏيئي سگهڻ جي ڳالهه تي منهنجو وشواس ئي نه رهيو آهي.

مونکي نوڪري ڪندي اچا ٻه سال به پورا ڪونه ٿيا هئا، جو منهنجي پيءُ جو اوچتو مرتيو ٿيو. هفتي ڏيڍ اندر رواجي بخار کان شروع ٿي اهو هنکي گهرڪائي ويو. جنهن خاص ڳالهه جي ڪري به مون پنهنجي پتا جي مرتيو کان پوءِ ٿي چاهيو، اها هئي ته ان وقت مونکي ٻين جيان 'وار ڏيڻ' لاءِ مجبور ڪيو ويندو. مونکي اها ڳالهه بلڪل بيهودي لڳندي آهي. هنا وارن جي ماڻهو ڪهڙو لڳندو! اها ڪهڙي چريائپ آهي ته پيءُ به مري ۽ وار به ڏجن! ڇگو ڇوڪو وقت مورکن جيان قياس جوڳو بڻجي ماڻهن کان شڪل لڪائيندو رهجي. ان ڪري مون ڪجهه عرصو اڳ ئي من ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته مان وار نه ڏيندس. اَج تائين اِها ڳالهه مونکي سمجهه ۾ نه آئي آهي ته انهن 'وارن ڏيڻ' جو آخر ڪهڙو 'سينس' آهي! ان رسم تي هڪ دفعي ڪاليج لائيف ۾، اسان ڪن چند گهرن دوستن خانگي 'ڊبيٽ' رکي هئي، جنهن ڪافي مزيدار بحث ٿيو هو. پر ان کان به مزيدار ڪارڻ مونکي ان وقت ٻڌايو ويو، جڏهن ٿي سال اَڳ منهنجي ماءُ جو مامو گذاري ويو

هو. ماڻهن جي گهڻي زور بار بعد به، جڏهن مون وار ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ منهنجي مامي مون تي گهڻو زور آندو، تڏهن مون هن کان پڇيو هو ”چڱو، ماما، آخر وار ڇو ڏنا وڃن؟“ تڏهن هن چيو هو ”بابلا، اها اَسان هندن جي پراڻي ريت آهي. ان مان ماڻهن کي خبر ٿي پوي ته هن جو ڪو نه ڪو عزيز گذاري ويو آهي.“ مونکي اهو بڌي ڪل اچي ويئي هئي. ماڻهن کي اهڙي منحوس خبر ڏيڻ جو کهڙو نه عجيب طريقو آهي! جيڪڏهن خبر ڏيڻ ئي مقصد آهي ته ڪو ٻيو، سولو سڌو طريقو ڇو اپنائي سگهجي؟ ۽ مون وار ڪو نه ڏنا هئا ۽ منهنجي ڏيکا ڏيکي ۾ منهنجي هڪ هاءِ سڪول پڙهندڙ ماروٽ به انڪار ڪيو هو. اصل ۾ منهنجو ان وقت ائين ڪرڻ پنيان اهو ئي مقصد هو ته پنهنجن عزيزن کي مستقبل ۾ اهڙيءَ ڪنهن نازڪ حالت وقت، پنهنجي مضبوط رخ لاءِ اڳواٽ ئي چتائي ڇڏيان. پر ان وقت مون ڏٺو ته منهنجي ماءُ خاص ناراضپو نه ڏيکاريو هو.“

جهڙو ناراضپو هن منهنجي پيءُ جي مرتيوءَ وقت ڏيکاريو. مرتيو راتِ جو نوين ساڍي نوين بجي ٿيو. سڀڪجهه ڪريا ڪرم ٻئي ڏينهن تي ٿيڻو هو. منهنجي ماءُ کي وشواس الائي ڪٿان اچي ويو هو ته سياڻي مان وار ضرور ڏيندس. شايد ان وشواس جو ڪارڻ اهو

هئي، جو موت کان اڳ بيماريءَ جا ڇهه ست ڏينهن، ڊاڪٽرن پٺيان ڊڪ ڊوڙ ڪندي جنهن لگن ۽ شيوا جو پرچو ڏنو هوم يا جنهن انتم گهڙيءَ، رات جي سڙائي ۾ منهنجي پيءُ آخرين دم ڏنو هو، تڏهن جنهن مان اوچنگارون ڏيئي ڇڏيو وقت رنو هوس، تنهن مان شايد هن اهو وشواس ڪيو هجي. جيتوڻيڪ ترت پوءِ مونکي پنهنجي ان لموني روئڻ کي ياد ڪندي، عجب لڳو هو يا وشواس ئي نه آيو ته ڪو مان ائين روئي سگهيو هوندس. ڇو جو مونکي ڪافي عرصي کان پنهنجي روئڻ جو اهڙو ڪو به پرسنگ ڪونه ٿي سجهيو. مون ڪافي ڪوشش ڪئي هئي ته پنهنجي روئندڙ ڇهري جو ڪو اڳيون عڪس ياد ڪريان. در اصل مون عرصي کان دل کولي روئڻ چاهيو ٿي يا صحيح چوڻ ائين ٿيندو ته ٻار کي روئندو ڏسڻ چاهيو ٿي پر جذباتي سطح تي واسطو رکندڙ اهڙو ڪو موقعو ئي ڪونه آيو هو. ان رات ٻين هدايتن سان گڏ منهنجي ماءُ اهو به چئي ڇڏيو هو ته اول اول مان جسم کي گهرائي وار ڏيئي ڇڏيان ۽ منهنجي هڪ ئي ننڍي پٽ جا به ته وار ڏيڻا هئا ۽ اهو به ٻڌو هو ته پٺي مونکي وڃائڻي هئي. منهنجي وڏي شادي شده ڀيڻ به روئندي روئندي انهن سڀني هدايتن جي تائيد ڪئي هئي ۽ خرچ پکي لاءِ سون جون ٽي چوڙيون به ماڻ ميٽ ۾ لاهي ڏنائين.

پر ٻئي ڏينهن منهنجو ويچار وري بدلجي ويو هو. اهو صبح ڪافي روشن ۽ صاف هو. ان ڪري اهڙا چڙ ڀائيم نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيم. منهنجي ماءُ ۽ وڏي ڀيڻ تہ، صبح ٿيندي ئي پاڙي مان زالن جي اچي وڃڻ تي، انهن جي وچ ۾ ويهي روئي رهيون هيون. شهر مان ٻين ويجهن ڏورانهن مائٽن جي پهچڻ تائين مونکي ڪافي ڪم ڪرڻا هئا. ڪي مائٽ، ٻيءَ، ٽينءَ بس ۾ اچي ٿي پهتا. مون پاڙي واري جي مدد سان حجم جي دوڪان تي موڪلي ٻيوءَ جا وار لهرائي ڇڏيا. پوءِ مون ڏٺو: باقي ڪم، آيل مائٽ ڪرڻ ۾ جنبي ويا هئا. سر لاءِ ٻي نيورو ڏيارڻ، ڪاٺيءَ جو سامان، ٻاهر ويهڻ لاءِ فراس وغيره ڪيئن نہ ٽڪڙو ٽڪڙو ميسر ٿي ويا، ان تي مونکي عجب لڳو هو. هرڪو جلد از جلد ڪم اڪلائي، دور دور پنهنجي نوڪري يا ڌنڌي تي رسڻ لاءِ اتاولو ٿي رهيو هو. ان وچ ۾ اندر منهنجي ماءُ کي ڪنهن ان، خبر ملي تہ مون وار ڏيڻ کان انڪار ڪيو آهي، تڏهن هن اندران ئي هڪ زوردار چيخ ڪندي، جڻ آيل پنهنجن کي للڪاريو هو "تڏهن، ادا، مونکي ئي وٺي هلي، منهنجي سينڌ ڪوڙايو. هن نالائق کي تہ شرم بہ نٿو اچي."

ان وقت مان اندر ئي اندر جڻ ڪڄي ويو هوس. ٻهريون ئي دفعو ڪٿي وڃي منهن لڪائڻ جو ويچار

آيو. پوريءَ طرح ڇڏي ڏنو سگهان ته پوءِ به ڪڏهن، ڊرلڇائيءَ سان، اينئن ماڻهن جي وچ ۾، مان وار ڏيڻ کان بچي ويو هوس. پر ان گهڻنا منهنجي همدردن، مائٽن ۽ گهٽگهرن ۾ مونکي گهڻو بدنام ڪيو هو، ان جو شدت ڀريو احساس، نه چاهيندي به گهڻو وقت گناهه جي روپ ۾ حاوي رهيو.

خاص ڪري ٽئين ڏينهن- پڳڙين جي ڏينهن- ان اُگري احساس مونکي خوب پيڙهيو هو، حالانڪ مون ڄاتو ٿي ته اهو مون تي مڙهيل احساس آهي ۽ ان کي ڍوئي هلڻ مورکتا آهي. ان ڏينهن پڳڙين تي ماڻهو، منهنجي اميد کان تمام گهڻا هئا. مونکي ان وقت دل ئي دل ۾ خوشي ۽ فخر ٿيو هو ته مان ڪافي لوڪ پريه ۽ معتبر ماڻهو ٿي ويو آهيان. جيتوڻيڪ اتيئي پوءِ مونکي ان ڳالهه تي ارمان به ٿيو ته اڄ منهنجو پيءُ جيئرو هجي ها ته ڪيس پتو پئجي وڃي ها ته سندس پٽ ڪيڏو نه ڪارگر ۽ معتبر ماڻهو ٿي ويو آهي. اهو وشواس الائي ڇو هن کي جيئري مان ڪڏهن به ڪرائي نه سگهيو هوس. ان ڳالهه جو مونکي هميشه ڏک رهندو. پوءِ ٻين ماڻهن جي وڃڻ بعد، رهجي ويل ڪن دوستن کي- مونکي اڄ به ياد آهي- ان اڻڪلپيل لوڪپريتا کان متاثر ٿي، مون دهرائي دهرائي ٻڌايو هو ته اڄ مان جو ڪجهه به آهيان، پنهنجي ان

سرڳواسي پتا جي عمدن گڻن جي مليل ورثي جي بدولت ئي آهيان. حالانڪ منهنجي وارن نه ڏيڻ جي ڏينپائي پوءِ به انهن جي چهري مان مونکي ڪائينڌي نظر آئي هئي.

هفتي کن بعد ئي مونکي تصديق سان اها خبر پئجي ويئي هئي ته ٺاڪوءَ جي پيءُ جي پڳڙين تي آيل ماڻهن مونکي دل کولي لويو هو. ٺاڪوءَ جي سعادتمندي ۽ فرمانبرداري سان منهنجي بيشرميءَ جي ڀيٽ ڪري، هنن ٺاڪوءَ کي خوب ساراهيو هو. ٺاڪوءَ نه رڳو وار ڏنا هئا، بلڪ پنهنجي پيءُ جي مرتيو جو پورو پورو سماجڪ فائدو وٺڻ لاءِ هن ٻارهين تائين اکنڊ پاٺ رکائڻ ۽ ٻارهين تي سيني مٽن رشتيدارن کي روٽي کارائڻ جو اعلان ڪيو هو. مونکي ٻڌي ڏک ٿيو هو ته هي ماڻهو ايترا ويسر ڪاڏا ڇو آهن؟ ڪين خبر ڪانهي ڇا ته اهيءَ ٺاڪوءَ پنهنجي ٻيڍي پيءُ کي گهر مان ئي ڪڍيو هو. ويچارو موت کان صرف مهينو اڳ ٻن سالن تائين ڪڏهن ڪنهن عزيز وٽ، ڪڏهن ڪنهن آشرم ۾ ڌڪا کائيندو رهيو هو. منهنجي ڀل شايد اها هئي جو مون پنهنجي پيءُ جي مرتيو جو شهادت پريو، سماجڪ فائدو نه ورتو يا نه وٺي سگهڻ جهڙي لاچاريءَ ۾ هوس. پر وڌيڪ ڏک مونکي تڏهن ٿيو، جڏهن، هڪ دفعي مان ڪنهن دوست جي گهر-

جيڪو قضا سان شاهوڪار به هو. ڪنهن ڏکوٽ جي سلسلي ۾ ويو هوس. اتي مون ان دوست ۽ دوست جي ٻن ڀائرن جي- جيڪي هڪ ئي بنگلي ۾ ڌار ڌار رهندا هئا. بيڊروم ۾ سندن سرگواسي پتا جون چار شاندار آئل پينٽنگس سينگاريل ڏٺيون مونکي ان وقت پنهنجي وڏڙن جو تکو احساس ٿيو هو. اهو دوست ان ڏينهن شايد سڀني موڊ ۾ هو، جو نه صرف مونکي انهن مهانگين آئل پينٽنگس، لٽڪايل رنگين بلبن ۽ ريشمي هارن تي خرچيل رقم جا پورا تفصيل ڏيئي رهيو هو، بلڪ پنهنجي پيءُ جي يادگار ڪارنامن جو بيان ڪري مونکي بيحد بور ڪري رهيو هو. اهو سڀ اهڙي اتساهه وچان ٻڌائي رهيو هو، ڄڻ پيءُ جي شاديءَ جو ورڻن ڪري رهيو هجي. مونکي سمجهه ۾ ئي نٿو اچي ته اهڙن پوتر دکدائي موقعن کي ماڻهو ائين خوشيءَ ۽ ساراهه جو باعث بڻائڻ ۾ ڪيئن تا ڪامياب وڃن! البت پوءِ اتي وڌيڪ دير ترسڻ منهنجي لاءِ موت جهڙو گهاتڪ بڻجي ها.

ڇو جو، ٽي چار دفعا سنيرندي يا جذباتي طرح ٻيار ٿيندي به هنن ٻن ڇئن مهينن ۾ پيءُ جي آئل پينٽنگ ته ڇا هڪ انلارج فوٽو به گهر ۾ نه اٽڪي سگهيو هوس. منهنجيءَ انهيءَ ڪپوٽائيءَ تي منهنجي ماءُ هڪ ڏينهن خوب پاراتا ڏنا هئا، جيڪي مان ڪونه سنيران

هن اڳي ڪڏهن مونکي ڏنا هجن، مان هن جو اڪيلو پڻ هوس، ان ڪري. پر هاڻ مونکي پڪ ٿي چڪي هئي ته هوءَ مون مان نراس ٿي چڪي آهي. حالانڪ، مونکي وشواس آهي ته هوءَ منهنجي سستيءَ ۽ مجبوريءَ کان به پوريءَ طرح واقف آهي ته مان اڪيلي سر هن هيڏي وڏي بي رحم دنيا ۾ ڪٽنب جو پالن ڪندي اهو بيو سڀ مشڪل سان ڪري سگهندس. اهو وشواس ان آڌار تي ٻڌل آهي ته، ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن هوءَ سماجڪ حوالن کان رهت، انساني حيثيت ۾ هوندي آهي- اهو چوندي آهي ته مونکي منهنجي پيءُ نازن سان پاليو هو ۽ ته مان ڪچڙيءَ عمر ۾ سڄو بوجو پوئي رهيو آهيان، ته ان ۾ منهنجو ڪو به ڏوهه ڪونهي وغيره وغيره.

پر پيءُ جو هڪ سٺو پورٽريٽ يا ته سگهي ته سٺي آئل پينٽنگ آڻڻ جو منهنجو سؤداءُ- اهو ڄاڻندي به ته اها منهنجي من جي هڪ واهيات ڪمزوري آهي- مان پاڻمان ڪڍي ا. سگهيو هوس. ٻه ٽي دفعا پاڪستان ۾ ڇڏيل جائداد جي ڪليم جي ڪاغذن تي لڳل منهنجي پيءُ جي هڪ پراڻي پاسپورٽ فوٽي جي آڌار تي هڪ پينٽر دوست کان آئل- پينٽنگ تيار ڪرائڻ لاءِ تيار ٿيو هوس (جنهن ڪليم جي مليل رقم مان منهنجي پيءُ منهنجي شادي ڌام ڌوم سان ڪرائي،

پنهنجي، عرصي کان ڊبل اچا پوري ٿي هئي ۽ ٻڙ ٻڌاھ سٺ روپين جو خرچ ٻڌي نراس ٿي چڪو هوس، ان سودا جي تيز هئڻ جو، منهنجي اندر ۾ هڪ ٻيو سبب به هو- جو شايد وڌيڪ گهرو ۽ اهمانجهڪ هو،

اها ڳالهه هئڻ هئي: الائي ڪئن منهنجي ڪمري ۾ منهنجي پتنيءَ جي سرڳواسيءَ ناني جو هڪ وڏو آئل-چتر عرصي کان لٽڪيل هو. اهو ڪئن آيو، ڪٿان آيو، ان چريائپ کي ياد ڪندي اڄ به کل ايندي آهي، ته پاڻ تي غصو به. اصل ۾ پنهنجي ڪمري ۾ پتنيءَ جي ناني جو فوٽو لٽڪائي ڇڏڻ، ڀلا چريائپ نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ منهنجو هن سان ڪهڙو مطلب؟ ٿيو هو ائين جو منهنجا ساهرا ڀرين ساڳئي شهر ۾ هڪ مسواڙي جاءِ ۾ رهندا هئا، پر پوءِ اها بند ڪري هو لڏي ٻئي شهر هليا ويا هئا. ڪجهه سامان سندن ان ۾ رهجي ويو هو. جيڪو پوءِ اتان ڪنهن به نموني موڪلي ڏيڻ جي ذميداري اسان تي- مون تي ۽ منهنجي پتنيءَ تي- وڌي وئي هئي. رڳو مون تي ان ڪري نه وڌي وئي جو منهنجا ساهرا ان مونکي چڱيءَ طرح سڃاڻي ويا هئا، هڪ خالي ڏينهن تي مان ۽ منهنجي پتني اهو سامان ڪڍائي آيا هئاسين، جنهن مان ٻيو سڀ سامان، جيڪو اڪثر ٿلهو سامان هو، ريلوي ذريع روانو ڪيو ويو. باقي هيءَ نازڪ نفيس پينٽنگ رهجي وئي. جا پوءِ عارضي

طور جذبي وس ٿي، پتنيءَ ڪمري ۾ لڳائي ڇڏي هئي. جا پوءِ منهنجي لاغرضيءَ سبب اتيئي لڳي رهي.

ان چوپائپ جو ڦل مونکي پوءِ ڀوڳڻو پيو. پيءُ جي مرتيو بعد ٻه ٽي دفعا ائين ٿيو جو، ڪو ٻاهران دوست ٿي آيو يا سماجڪ شيوا جي سلسلي ۾ ڪو واقف ٿي آيو ته هڪ ٻن سوالي نگاهن سان ان چتر ڏانهن نهاري ڄڻ ائين پڇڻ چاهيو ته ڇا هي منهنجي پتا جو چتر آهي. ڪنهن ته اهو سنتوش به ظاهر ڪيو ته مون پنهنجي سرڳواسي پتا جو تمام سٺو پورٽريٽ، پوري جڳهه تي لڳايو آهي. ڪنهن ته سڌو ٿي پڇيو ته ڇا هيءُ منهنجي پيءُ جو فوٽو آهي! تڏهن مونکي پنهنجي سستيءَ ۽ بيوقوفيءَ تي سخت چڙ آئي هئي ۽ پتنيءَ جي اجوڳي شرڌا تي مون هر ان وقت پاڻ کي بي عزتو محسوس ڪيو هو. ڪيڏو نه واهياتپڻو هو جو، جنهن استان تي منهنجي سرڳواسي پيءُ جو سٺو، گلن سان سينگاريل آئل-چتر لڳڻ کپي؛ اتي هڪ ڌاريي جو، جنهن کي مون ڪڏهن ڏٺو به ڪو نه هو، چتر اتي لٽڪي رهيو هو.

مون نه صرف ترت ئي اهو چتر اتان لاهي ٽاڪ تي ڦٽي ڪري ڇڏيو، ليڪن جلد ئي ان جڳهه تي، پنهنجي سرڳواسي پيءُ جو آئل-چتر لٽڪائڻ جو فيصلو ڪيو. مان ان لاءِ قرض کڻڻ لاءِ به تيار ٿيو هوس. مون سوچيو ايترو ته مونکي ڪرڻ ئي کپي. منهنجو پيءُ منهنجي

معرفت پنهنجي ڏيڍ اچا پوري ڪرڻ لاءِ ڪليم جي پوري رقم خرچ ڪري ٿي سگھيو. تڏهن مان هڪ اپمانجنڪ اسٿتيءَ مان بچڻ لاءِ، پنجاهه سٺ روپيه قرض به نه ڪڍان، اهو سراسر ڏوکو آهي.

۽ ان ڏينهن، جڏهن اغو آئل - چتر مون گھر آندو هو ۽ ان جڳهه تي اهو لڳايو هو. مٿان خاص ٻن روپين وارو ريشم جو هار لٽڪايو هو، تڏهن منهنجي ماءُ جي اکين ۾، پهريون دفعو هڪ انوکي پيڙا پري، ساڳئي وقت پرسڪون چمڪ اڀري هئي. ان وقت وري منهنجي من ۾ اهو ساڳيو ويچار اڀريو: ڪاش! اڄ منهنجو پيءُ جيئرو هجي ها.

(چوليون، سيپٽمبر ١٩٦٧)

# نه مرڻ جو ڏک...

ايشور چندر

جڏهن ماڻس جي طبيعت اوچتو بگڙي پيئي، تڏهن به هن اِن ڳالهه کي ايڏو گنڀير ڪونه سمجهيو. کيس بس لڳو ته هن موسم ۾ ته اِئين ٿيندو ئي رهندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن ٿورو بخار به محسوس ٿيندو آهي. ته ڪڏهن وري بخار تيز ٿي ويندو آهي. ۽ بخار ۾ ته اڪثر گلي ۾ کُوڙاڻ ۽ چڀ چڀ محسوس ٿيندي ئي آهي. ته کيس لڳو ته ماڻس کي گلي ۾ ٿوري چڀ چڀ محسوس ٿيڻ ڪا نئين ڳالهه ڪانه هئي. پر پوءِ به ماءُ جي ڳالهه کيس رڪٽي ئي هئي.

ٽانگي ۾ ماءُ کي هوءُ اسپتال وٺي ويو. ڊاڪٽر کي هن ٿوري ۾ ٻڌايو ته گذريل ڪجهه عرصي کان سندس ماءُ کي گلي ۾ سور محسوس ٿيندو رهيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن روٽي کائڻ يا پاڻي پيئڻ ۾ تڪليف محسوس ٿيندي اٿس. پر اَڄ صبوح کان وٺي اُن سُور سان گڏ بخار به تيز ٿي ويو اٿس.

شروعاتي جاچ جوچ کان پوءِ، ڊاڪٽر کيس چيو ته سٺو ٿيندو، جي هوءُ ماءُ کي اِسپتال ۾ ڀرتي ڪرائي

وڃي. ڇاڪاڻ ته سندس ٽڪ ۾ ٽورو ٽورو رت نظر آيو آهي. ضروري ايڪس-ري وغيره بعد ئي هوُ ڪنهن فيصلي تي پهچي سگهندا ته ٻڍيءَ کي سچ پچ ڪهڙي بيماري لڳل آهي.

ڊاڪٽريءَ جي ڪيس ڪا ڄاڻ ڪانه هئي. پر شخصي طور سندس اِهو ويچار هو، ته ڇاڪاڻ جو ماڻس گذريل ڪجهه ورهين کان ٻيڙي ڇڪڻ شروع ڪئي هئي، اِن ڪري ئي شايد اِهو ڪجهه يا اهڙي ڪا بيماري لڳي هوندس.

هولڻ به، هنن ڏينهن ۾ ڪيس اِئين محسوس ٿيندو رهيو هو ته ماڻس رات جوڪافي ڪافي دير تائين ويٺي کنگهندي هئي. ٿي سگهي ٿو ته کنگهندي کنگهندي سندس ڦڦڙ ڪمزور ٿــي ويا هجن، ۽ اِن ڪري ئي سندس ٽڪ ۾ ڊاڪٽر کي ٽورو ٽورو رت نظر آيو آهي.

ڊاڪٽر جي صلاح مڃي هن ماءُ کــي ڀرتي ڪرايو. ويندي ويندي ماءُ کــي آٿت ڏيندو ويو ته ڊڄڻ يــا گهٻرائڻ جـي ڪا ضرورت ڪانهي. ڪا اهڙي خاص بيماري ڪانهي. ڊاڪٽر ٽوروائين ئي چڱـي طرح جاچڻ ٿو چاهي. ٻلي جاچي. هولڻ، سندس ڪپڙا وغيره کڻي هوُ شام جو اسپتال وري ايندو. هتان هت هينئر ويندي ويندي، بزار مـان هوُ ٿرمس وٺـندو ويندو. جيئن وقت بوقت چانهه- کير وغيره گهران ئي کڻي اچي سگهي.

رستي تي پنهنجي هڪ دوست جي دوڪان تان، اوڌر تي، هن هڪ ٿرمس ورتو. گهر آيو ته ڏٺائين، جوڻس آرام سان چانور سوئي رهي هئي.

زال کي هن سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي ته ڪيئن ماڻس جي ٿڪ ۾ ڊاڪٽر کي ٿورو ٿورو رت نظر آيو ۽ ڊاڪٽر کيس صلاح ڏني ته هو ماءُ کي اسپتال ۾ ڀرتي ڪرائي وڃي. تڏهن ڳالهين ئي ڳالهين ۾ جوڻس کيس چيو، ”اميءَ کي اِها موُئي بيڙي ڇڪڻ جي عادت نه رکڻ کپندي هئي. چوندا آهن، تماڪ مان گهڻيون ئي بيماريون پيدا ٿينديون آهن.“

کيس به لڳو ته جوڻس جي ڳالهه ٺيڪ آهي. پر ماڻس به ڪو ڄاڻي واڻي اِها عادت پاڻ ۾ ڪونه وڌي هئي. ٽن ڏينهين به ڪنهن بيماريءَ ڪارڻ حڪيم کيس تماڪ واپرائڻ جي صلاح ڏني هئي. تڏهن جي اُن بيماريءَ جو نالو کيس چڱيءَ طرح ياد ڪونهي. هونئن به تڏهن سندس پيءُ جيئرو هو. اِن ڪري ماءُ جي ٽن ڏينهن واري بيماري يا بيڙي ڇڪڻ جي ڪارڻ ۾ هن ڪو ڌيان نه ورتو هئو. ۽ اڪثر ائين ٿيندو به آهي ته پيءُ جي حيات هوندي، اؤلاد کي لڳندو آهي ته اهڙيون ننڍيون وڏيون ڳالهيون هنن جي سوچڻ يا فڪر ڪرڻ لاءِ نه آهن.

پر هاڻي ته پتا حيات ڪونهي. ماءُ جي بيماريءَ جو

علاج ھاڻي سندس ئي فرض آھي.

تڏھن وري وڃي ويٺي ڪيس لڳو تہ ڪٿي ائين تہ ڪونھي تہ ماڻس کي بہ دم جي بيماري ھجي. پڪ ڪرڻ لاءِ ھن ذال کان پڇيو - "ڪٿي ائين تہ ڪونھي تہ اَمان کي بہ بابي واري بيماري لڳي وئي آھي؟ بابا بہ تہ سڄي رات پيو کنگھندو ھو."

جوڻس کي بہ لڳو، تہ - ھا، ائين ٿي سگھي ٿو. اَمين ھنجي شيوا ٽھل ڪندي رھندي ھئي. ٻڍاپي ۾ ڪا بہ بيماري لڳڻ ۾ ڪھڙي وير؟

پر پوءِ سندس ويچار وري بدلجي ويو. جوءِ کي ھن چيو - پر کنگھہ ۾ مونکي ڪجھہ فرق ٿو نظر اَچي. بابا جي کنگھہ ٻئي قسم جي ھئي."

جوڻس بہ اِن ڳالھہ سان سھمت ھئي.

ڳچ وقت ٽائين ھوُ اَھڙيون ڳالھيون ڪندا رھيا، بيمارين جي اَڻ پوري ڄاڻ ھئڻ ڪارڻ، ھو ڪنھن صحيح فيصلي تي پھچي نہ سگھيا. شام ٿي تہ ٻار بہ اسڪول مان موٽيا. تڏھن وري ڪيس خيال آيو تہ ماءُ لاءِ ھو شام جي چانھہ تہ ڪڍي ڪو نہ ويو آھي. اڪثر شام جو ڇئين ساڍي ڇئين کن ماڻس کي چانھہ پيئڻ جي عادت ھئي. ھينئر ساڍا پنج وڳا ھئا.

جوءِ کي ھن چانھہ ٺاھڻ لاءِ چيو. جيسين جوڻس چانھہ ٺاھي اَچي، تيسين ھوُ ٿرمس جي مٿان لڳل ليبل

پڙهڻ لڳو. ڪيس لڳو ته ٽرمس ڪنهن سٺي ڪمپنيءَ جو هو. ڪيترا ڀيرا اُن ڪمپنيءَ جا اشتهار هوُ الڳ الڳ اخبارن خواه مخزنن ۾ پڙهي چڪو هو. ڪيس ٿوري خوشي ٿي ته ٺيڪ آهي، ماءُ جي بيماريءَ ۾ گهر جي هڪ شيءِ ته ٺهي پيئي. پئسا ته هو دوست کي پهرين تاريخ ٿي ڏيندو.

ماءُ لاءِ چانهه کڻي هو اسپتال پهتو.

اُتي پهچي هن ماءُ کان پڇيو- "ڊاڪٽرن ڪجهه ڏنو؟"

رواجي طرح ماڻس چيو، "ها!"

پر هن جي اتاوليءَ کيس چپ رهڻ نه ڏنو- "هنن ڪجهه پڇيو هوندو؟"

"ها آ آ آ!... ڳلي لاءِ پڇيائون پئي ته سور گهڻو ٿيندو آهي ڇا؟"

"پوءِ... تو ڪهڙو جواب ڏنو؟"

"مون چيو- ها ٿيندو آهي... ۽ ڪڏهن ڪڏهن اِئين لڳندو آهي، جڻ ڳلي جي اندر ڪا سئي چڀي رهي هجي... يا وري جڻ ڪو ڪينئون اندر سرڪندو هجي... يا ڪجهه ائين ٿي... حقيقت ۾ مونکي ڇا ڇا ۽ ڪيئن ڪيئن لڳندو آهي، مان ٺيڪ طرح ٻڌائي نه پئي سگهيس."

تڏهن وري کيس لڳو، ڪا خاص ڳالهه ڪانه هوندي.

امان کي بيڙي ڇڪڻ جي عادت آهي، ڪڏهن ڪڏهن
وڌيڪ به بيڙيون ڇڪيندي آهي. ان ڪري گلو سڙ سڙ
ڪندو هوندس، ۽ امان کي لڳي ٿو، ڄڻ اندر ڪو
ڪينٽون آهي.

هن وري ماءُ کان پڇيو- "پوءِ هنن ٻيو ڪجهه چيو؟"

"الائجي!... اول ته ڊاڪٽرن پاڻ ۾ ئي ويٺي گٽ
مٽ ڪئي. اِها مُئي انگريزي ته مون کي سمجهه ۾
اَچي ڪانه... ها باقي، ويندي ويندي چيائون ته
سڀاڻي هُو وري ڏسندا، پوءِ ئي ڪجهه ٻڌائيندا."

تڏهن اوچتو هڪ اَڻ ڄاتل ڊپ هن جي من ۾
اُٿيو، ته شايد ڪا اهڙي جهڙي بيماري آهي، جو ڊاڪٽر
سڀاڻي به ڏسڻ ٿا چاهين. نه ته گلي جي سڙ سڙ کي
پرکڻ ۾ ڊاڪٽرن کي ايڏي ويرم ٿوري ئي لڳڻي آهي،

تڏهن کيس لڳو، ته امان کي ڪٿي ڪينسر ته
ڪونه ٿي پيئي آهي.

اِهو ويچار ايندي ئي سندس اَنگ اَنگ ۾ ڏڪڻي
وٺي ويئي.

گهر اچي هن جوءِ کي چيو ته- منهنجو انومان آهي
ته اما کي ڪٿي ڪينسر نه ٿي پيئي هجي.

اِهو ٻڌي جوءِس کي به ٿورو جهٽڪو لڳو.

پر پوءِ ڪجهه دير سوچڻ کان پوءِ چيائين- "ٻڌو!
ماڻهو چوندا آهن ته ان بيماريءَ جو اڃا ڪو علاج

ڪونه نڪتو آهي... اِهو سچ آهي ڇا؟"

هن ڇيو- "نه! هروڀرو اِها ڳالهه به ڪانهي ... پر ها، اهو سچ آهي ته ان بيماريءَ لڳڻ ڪانپوءِ ماڻهوءَ جي جيئڻ مرڻ جي ڪا پڪ نه رهندي آهي."

هن سوچيو ته اَڻ سڌيءَ طرح هن جيڪا ڳالهه چئي آهي، جوڻس اُها سمجهي ويئي هوندي. پر جوڻس شايد ڳالهه چڱيءَ طرح ڪونه سمجهي. شايد ان ڪري ئي چيائين- "جيئڻ مرڻ جي ته ڪنهن جي به پڪ ڪانه هوندي آهي."

تڏهن هن کي پنهنجي ڳالهه صاف چوڻي پيئي- "تو سمجهيو ڪونه. منهنجي چوڻ جو مطلب آهي ته اِن بيماريءَ ۾ اڪثر ماڻهو مري ويندا آهن."

جوءِ به ائين چيو- "ها... مون به ته ائين ئي ٻڌو آهي."

هن ڪو به جواب ڪونه ڏنو.

جوڻس تڏهن سوچڻ لڳي ته ڇا اَمين بس هاڻي ڪجهه ئي ڏينهن جي مهمان هوندي.

اُتي ئي ويٺي ويٺي کيس هاڻي هڪ عجيب ڳالهه سجهي. سوچيائين- اَجايو مان اَمينءَ سان وڙهندي رهندي آهيان. ڳالهه ڳالهه ۾ ساڻس اٽڪي پوندي آهيان. حقيقت ۾ ڀُل منهنجي آهي. مونکي ئي سنجم کان ڪم وٺڻ کپي. هن جو ڇا آهي! ٻڍاپو آهي.

ٻڌائي ۾ ته ماڻهو جو سياءُ چڙهو تي ٿي پوندو آهي.

تڏهن وري ڪيس پنهنجي ان سوچڻ تي عجب لڳڻ لڳو، ته امينءَ جي ٻڌائي جو ڪيس اڄ اهو خيال ڇو آيو آهي، جيتوڻيڪ هن جو ٻڌايو ته ڪڏهن ڪو شروع ٿي چڪو هو.

صبوح ٽائين ٻئي ڄڻا گم سم رهيا. ٻنهي کي شايد چڱيءَ طرح ننڊ نه پئي آئي. رکي رکي جڏهن ٻنهي پاسو ٿي ورايو ته کين لڳو پئي ته ٻيئي ڄڻا رڳو ننڊ جو مڪر ڪري ليٽيا پيا هئا. حقيقت ۾ ٻيئي جاڳي رهيا هئا.

صبوح جيئن تيئن سنان ڪري هو اسپتال ويو. ٿرمس ۾ ماءُ جي لاءِ خاص ڪيرو ۾ ٺهيل چانهه کڻي ويو.

اسپتال ۾ وچي ڏٺائين، ماڻس هٿ ۾ مالا کڻي، اکيون پوري پلنگ تي ويٺي هئي. ان ڳالهه تي ڪيس ٿورو به عجب ڪو نه لڳو. ماڻس جو اهو روزانو نيم هو. ڪجهه وقت لاءِ هو چپ چاپ پلنگ جي پرسان رکيل لوهه جي اسٽول تي ويهي رهيو.

تڏهن، ٿوري دير بعد هن ڏٺو ته ٻه ڊاڪٽر، ٻين مريضن کي ڏسندا، هنجي ماءُ جي پلنگ ڏانهن وڌي رهيا هئا. ويجهو اچي هڪ ڊاڪٽر ڪانئس پڇيو، "توهان پنهنجي ماءُ کي ڪاٿڻ لاءِ ڪجهه ڏنو ته ڪونهي نه؟"

”جي نه!“ کيس خود ئي لڳو ته هن ڪيڏي نه ڏمرتا وچان جواب ڏنو.

تڏهن وري هن ڏٺو، ته مسز سمٿ ڊاڪٽر جي وچ ۾ ٿيل گفتگو ٻڌي ماٽس اکيون کوليو هيون. يا شايد ماٽس سندس آواز سڃاڻي اکيون کوليون هيون. هوءَ عجب مان ڪڏهن ڊاڪٽرن ڏانهن ته ڪڏهن ڏانهس نهارڻ لڳي هئي.

تڏهن هڪ ڊاڪٽر ماٽس کي چيو ته توهان کي، ضروري جاچ جوچ لاءِ اسان سان گڏ، پاسي واري ڪمري ۾ هلڻو پوندو.

ڊاڪٽر ماٽس کي ٻئي ڪمري ۾ وٺي ويا. پڇس هڪ دفعو ڊاڪٽر کان پڇيو به ته ٻئي ڪمري ۾ سندس خاص رهڻ ضروري ٿيندو ڇا؟- پر ڊاڪٽرن کيس اُتي ئي ويهي رهڻ لاءِ چيو.

هاڻي هن وٽ ڪهڙو ڪم هو. هوءَ اٿين ٿي، بنا ڪنهن مطلب جي، هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو. ڪيترائي مريض ڪنجهي رهيا هئا. هڪ ته بلڪل ٻار جيان روئي رهيو هو، ۽ نرس ڪنهن ماءُ جيان کيس ٻچڪاري رهي هئي.

نرس کيس سٺي لڳي.

تڏهن کيس ياد آيو ته جڏهن اڃا سندس شادي ڪانه ٿي هئي، تڏهن هڪ دفعي، هن نرسن جي چرتو

جي باري ۾ ڪجهه گهٽ وڌ ٻڌو هئو ۽ تڏهن اُسي سندس دل تي هئي ته هوُ ڪڏهن اهڙو بيمار تي پوي، جو کيس اسپتال ۾ پرتي ٿيڻو پوي ۽ هوُ ڪنهن نرس جي عشق ۾ ڦاسي پوي، يا کيس پڇائي وڃي، يا اهڙو ئي ڪجهه...!

پر اڄ جڏهن هو ٻارن-ٻچن وارو اولادي ماڻهو ٿي ويو آهي، تڏهن اهڙيون ڳالهيون کيس ٻاراڻيون ٿيون لڳن. کيس ڪل ايندي آهي ته ماڻهو عشق-ٻشق جي چڪر ۾، بيماريءَ ۾ ٿيندڙ تڪليف کي ٻه سويڪار ڪرڻ ۾ نتا هڪن.

ڪافي دير تائين هو اهڙيون اجايون ڳالهيون سوچيندو رهيو. تڏهن هن ڏٺو ته وارڊ بواءِ ماڻس کي واپس وٺي پئي آيو. وارڊ بواءِ ئي کيس اچي چيو- ته ڊاڪٽر صاحب توهانکي سڏي رهيو آهي. ماءُ سان ڪجهه ڳالهائڻ کان سواءِ ئي، هوُ ڊاڪٽر جي چيمبر ۾ هليو ويو.

ڊاڪٽر تڏهن کيس ٻڌايو ته ماڻس کي ڪئنسر ٿي پئي آهي، آپريشن ٿيندو.

تڏهن عاجزيءَ وچان هن ڊاڪٽر کان پڇيو -
"ڊاڪٽر! ڇا ڪجهه وڌيڪ... يعني ڪو گهرو گهاءُ آهي ڇا؟"

ڊاڪٽر چيو، "ڏسو، اهو سڀ توهانجي سمجهه ۾

ڪونه ايندو. اسين آپريشن ڪنداسين. توهان پاڻ سمجهو ماڻهو آهيو. پڙهيل ڳڙهيل آهيو. توهان کان ڇا لڪل آهي. هن بيماريءَ مان ڇوٽڪارو ملي به تو سگهي. نه به ملي. ڪجهه چڱيءَ طرح چئي نٿو سگهجي... هونئن، اسين پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪنداسين.“

هڪ ڪن لاءِ ڪيس خوشي ٿي، ته هو اينترو سياڻو ته آهي ئي، جو اِن بيماريءَ جو انومان هن پهرين ئي لڳائي ورتو هئو. پر ٻيءَ ساعت هو اُداس ٿي پيو. ڊاڪٽر جي لفظن مان ڪيس ڪنهن به طرح اهو صاف نٿي لڳو ته ڪو آپريشن هروڀرو ڪامياب ٿيندو ۽ ماڻس بچي پوندي.

ڊاڪٽر وٽان موٽي هو سڌو ماءُ وٽ آيو. هن ڏٺو ته ٻه مريض، اُٿي ئي ويٺي ماڻس سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا. شايد اُهي ٻڍيءَ کان پڇي رهيا هوندا ته ڊاڪٽرن ڇا ڇا ڏٺو، يا ڪهڙي نموني جاچ جوچ ڪيائون.

پر هن کي ايندو ڏسي، ٻئي مريض پنهنجن پنهنجن پلنگن ڏانهن هليا ويا. تڏهن ماڻس ڪالهس پڇيو- ”ڊاڪٽرن ڇا چيو؟“

هن بيماريءَ جو نالو لڪائڻ چاهيو. چيائين، ”ڊاڪٽر چيو آهي ته ڪجهه ڏينهن توکي هتي اِسپتال ۾ رهڻو پوندو. چيائين ته آپريشن ٿيندو. تو چيو پئي

ٿي، ته کاڌو کائڻ وقت يا پاڻي پيئڻ وقت توکي ڏکي ۽ ڪجهه تڪليف ٿئي ٿي ۽ توکي ڳلي ۾ ڪينٽين جهڙي ڪا چيز سرڪندي محسوس ٿي ٿئي، سو شايد اُن ڪينٽين وغيره کي ڪڍڻ لاءِ آپريشن ضروري هوندو.“

ماڻس پڇيو- ”اَڇا؟... ته ڊاڪٽر به ڇيو ته ڪو ڪينٽون- بينٽون آهي؟“ کيس لڳو ته اها ڳالهه پڇندي ماڻس جي شڪل لهي ويئي هئي.

تڏهن هن چيو، ”نه! ڊاڪٽر ته ائين ڪونه چيو، پر مان سمجهان ٿو ته شايد ائين ئي هوندو. نه ته ڀلا آپريشن جي ڪهڙي ضرورت هئي!“ تڏهن وري کيس لڳو ته هاڻي کيس ڪجهه ڳالهه جو رخ بدلائڻ کپي، اِن ڪري وري چيائين- ”چڱو!... مان وري شام جو ايندس. تنهنجا ڪپڙا به کڻندو ايندس. هينئر ته مان اڪري ڪوله کٽي آيس ته متان هُو توکي ڀرتي ڪرڻ ضروري نه سمجهن... پر خير، هاڻي ته ڊاڪٽر ئي چيو آهي ته آپريشن ٿيندو. جڏهن آپريشن ئي ٿيندو ته توکي ڪجهه ڏينهن هتي ضرور رهڻو ئي پوندو... ته هينئر ته مان گهران ٿيندو سڌو آفيس ويندس. شام جو وري هتي ايندس.“

ايترو چئي هو گهر هليو ويو. ٿهراڇي هن زال کي چيو، ”ڏٺئه نه! اهو ئي ٿيو، جنهن جو مونکي ڊپ هئو.“

جوئس به ڳالهه سمجهي ويئي. چيائين، "ڇا، ڊاڪٽر به چيو ته ڪئنسر اٿس؟"

"ها!"

"پوءِ؟"

ڪيس لڳو ته پاڻ به اهوئي سوال پڇڻ ٿي چاهيائين، پر جوئس اڳ ۾ ئي پڇي ورتو آهي.

جواب ۾ هن چيو- "پوءِ ڇا؟ تنهنجي يا منهنجي همت ۾ ڇاهي؟ آپريشن ته ٿيندو ئي."

پوءِ ڪجهه دير لاءِ ٻئي چپ رهيا. وري سندس زال ئي ڳالهايو- "هڪ ڳالهه چوان؟... دل ۾ ته نه ڪندا؟"

"ڇا؟"

"مون... مون سوچيو پئي ته هيءَ بيماري ڪا اهڙي جهڙي ته آهي ڪانه. ۽ اهو به ضروري ڪونهي ته آپريشن ڪو هرو ڀرو ڪامياب ٿئي ئي. سياڻي ٿي سگهي ٿو ته اَمين ۽ ڪي، ڀڳوان نه ڪري، ڪجهه ٿي پوي، ته پاڻ وٽ ڪريا-ڪرم لاءِ ته پئسا به ڪونهن."

تڏهن ٿورو مرڪي هن چيو، "سچ ته اِهو آهي ته اَهڙو ويچار منهنجي من ۾ به آيو هو. پر مون اِها ڳالهه صرف ان ڪري زبان نه ڪئي، ته متان تون اِئين سوچين ته پنهنجي ئي ماءُ لاءِ مان ڪهڙيون ڪهڙيون اَشڀ ڳالهيون ٿو سوچيان."

جوڻس چيو، ”پوءِ پلا؟“

وري جڻ خود ئي مسئلي جو حل ڳولهيندي چيائين، ”توهان هيئن ڪريو ... جيسين علاج هلي ۽ آپريشن وغيره ٿئي، تيسين توهان پنهنجي پي. ايف مان ڪجهه پئسا ڪيائي رکو... اُن گهڙيءَ کنهن جي سامهون هٿ ڦهلائڻو نه ڪونه پوندو.“

زال جي اِها ڳالهه ٻڌي، هوُ ڪجهه دير لاءِ چپ چاپ سوچيندو رهيو.

هونئن هر سال هوُ پي. ايف مان پئسا صرف تڏهن ڪيائيندو آهي، جڏهن اسڪول کلڻا هوندا آهن. تڏهن ٻارن جون اسڪولي دريسون، فيوُن ۽ ڪتابن وغيره جو ايترو نه خرچ ٿي ايندو آهي، جو پگهار مان نه اُنهن خرچن جي پوُرت پوندي ڪونهي. ان ڪري هوُ پي. ايف. مان پئسا ڪيائي، اِنهن ضروري خرچن کي منهن ڏيندو آهي.

پر هاڻي ڪيس لڳي ٿو ته جوڻس جو سوچڻ بلڪل ٺيڪ آهي. اُن عين موقعي تي هوُ ڪنهنجي سامهون هٿ ٽنگيندو؟

مونجهاري ۾ ڪيس ڪجهه سجهيوئي ڪونه ٿي.

آئيس اڄي هن پي. ايف. مان ڪجهه پئسا ڪيائڻ لاءِ فارم ڀريو.

شام جو هو ماءُ جي لاءِ ڪجهه ڪپڙا ۽ ٽرمس ۾ کير

ڪٽي اسپتال ويو. ماڻس اکين تي چشمو چاڙهي ڪو ڊرمي ڪتاب پڙهي رهي هئي.

هوُ چپ چاپ ماءُ جي پرسان وڃي ويهي رهيو. تڏهن ماڻس چيو، "هينئر نرس آئي هئي. چيائين پئي ته پورين هفتو کن کجهه ٽانڪ-بالڪ وٺڻو پوندو. ٻه ٽي شيون ٻيون به پئي چيائين. ۽ ٻڌايائين ته اُن کان پوءِ ئي آپريشن ٿيندو."

پٽ ڪو به جواب ڪو نه ڏنو. تڏهن ماڻس وري چيو، "پٽ! اِن ۾ خرچ ته ڪافي ٿيندو. في الحال ڪنهن دوست-پوست کان کجهه پئسا ڪٽي وٺج."

ائين ئي، ماءُ جي دل رکڻ جي خيال کان هن چيو، "پئسي-ڏوڪر جو فڪر تون ڇو ٿي ڪرين؟ تنهنجو هي ٻچ پٽ جو ونو آهي. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. پي. ايف. مان کجهه پئسا ڪڍائي ٿو وٺان. مڙيئي وقت ٺڪري ويندو."

تڏهن پٽ کي لڳو ته ٽانڪ يا طاقت جي دوائن وغيره تي جو خرچ ايندو، اُن لاءِ ته هن سوچيو ئي ڪو نه هئو. هاڻي اِنهن اجاين خرچن تي ٻه سو-ٻه سؤ ته ضايع ٿيندا ئي.

تڏهن وري کيس لڳو ته ماڻس اِن ڳالهه تي بيحد خوش ٿي رهي هئي ته پٽ سندس ڪيڏو نه خيال ٿو رکي. ۽ هونئن اِها حقيقت به هئي ته پي. ايف مان

پئسا هو ماءُ جي بيماريءَ جي علاج خاطر ئي ڪڍائي رهيو هئو.

وڃڻ کان اڳ هن ڊاڪٽر کان اُنهن سڀني چيزن جي فهرست لکائي ورتي، جن جي آپريشن کان اڳ ضرورت هئي.

رستي ۾ هو سوچيندو ويو ته ماڻس ڪيڏي نه ڪمزور ٿي وئي هئي. گهر ۾ رهندي رهندي هن ڪڏهن به ماءُ جي سرير ڏانهن، اِن خيال کان، يا ايترو ڌيان سان ڪونه نهاريو هئو. پر اڄ اسپتال ۾، ٻين مريضن کي ڏسندي ڏسندي، جڏهن هن ماءُ کي به هڪ مريض جي روپ ۾ غور سان ڏٺو، ته کيس لڳو ته ماڻس جي چمڙيءَ ۾ ڪيڏا نه گهنج پئجي ويا آهن ۽ ان چمڙيءَ مان هڏيون ڪيئن نه صاف ڏيکاري پيئون ڏين. تڏهن وري کيس لڳو، ته شايد ڪمزوريءَ جي حالت ۾ ڪنهن جو آپريشن نه ڪندا هوندا، يا وري شايد ڪي طاقت جون دوائون ڏيئي پوءِ ئي آپريشن ڪندا هوندا،

* *

پي. ايف. مان هن پئسا ڪڍائي ورتا.

پوءِ هن جي لاءِ اِهو وڃڻ هڪ روزانو نيم ٿي ويو هو، ته هو روز ماءُ لاءِ ضروري شيون کڻي ويندو هو، ماءُ سان ۽ ڊاڪٽرن سان ڪجهه ڳالهيون ڪندو هو، ۽ واپس گهر هليو ايندو هو.

تڏهن، هڪ ڏينهن کيس محسوس ٿيڻ لڳو ته ڏيري ڏيري هاڻي هوءَ پي. ايف جي پئسن مان ڪجھ پئسا ڪيندو ٿو رهي. کيس هاڻي ان ڳالھ جي ڳڻتي اچي لڳي هئي، ته ڪٿي ائين نه ٿئي ته رپيا ائين ئي ماءُ جي علاج-ڀلاج ۾ ختم ٿي وڃن، ۽ جنهن ڪم لاءِ هن پي. ايف مان پئسا ڪڍايا هئا، اُن وقت، اُن ڪم لاءِ، وري کيس ڪٿي ڪنهن جي سامهون هٿ ڦهلائڻو پوي.

جوڻس به وچ وچ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اسپتال ويندي هئي. تڏهن کيس لڳندو هو ته گهر ۾ ته سڄڻس روز ڪنهن نه ڪنهن ڳالھ تي ساڻس اٽڪي پوندي هئي، پر هتي اسپتال ۾ هوءَ ڪيڏو نه مٺو ٿي ڳالهائي. تڏهن وري هڪ ٻدل ڳالھ ۾ کيس سچائي محسوس ٿيڻ لڳي، ته ماڻهو جڏهن مرڻ وارو هوندو آهي، تڏهن مٺو ٻوليندو آهي.

۽ ائين هنن جو شڪ، پڪ ۾ بدلجي ويو ته ٻڍي هاڻي ٻچندي ڪانه.

**

ڪجھ ڏينهن بعد آپريشن ٿيو. اُن ڏينهن، صبوح ڪان ئي وٺي پٽ ڏاڍو اُداس هئو ڊاڪٽر هڪ ڏينهن اڳ ڪاغذ لکائي ورتو هئو ته آپريشن جي دوران، جي ماڻس کي ڪجھ ٿي پيو ته هوءَ ان ڳالھ لاءِ ذميوار نه رهندا... تڏهن کيس پنهنجو چور ڪائڻ لڳو، ته جڻ

هُوَ خود ئي لکي ڏيئي آيو هو، ته کيس ڪو اعتراض نه ٿيندو، جيڪڏهن سندس ماءُ مري ٿي پوي.

جوٽس به اُن ڏينهن اُداس هئي. کيس جڻ ائين محسوس ٿيڻ لڳو، ته هاڻي سندن ڪٽنب مان هڪ ڀاتي گھٽجي ويندو. يا وري، اڄ کانپوءِ، هڪ ڄاتل سڃاتل آواز هميشه لاءِ هنن کان الڳ ٿي ويندو.

**

آپريشن ڪامياب ٿي ويو. ڊاڪٽرن پٽس کي بس ايترو ئي چيو، "اسان جي طرفان ته آپريشن ڪامياب ئي سمجھڻ کپي. پر هيءَ بيماري توهان کان لڪل ڪانهي. پرهيز چڱيءَ طرح رکجو. هن بيماريءَ ۾ مريض جو پتو نه پوندو آهي ته ڪڏهن تو...!"

هُوَ سمجھي ويو ته اڻ سڌيءَ طرح ڊاڪٽر ڇا ٿي چوڻ چاهيو.

ماءُ کي ڊسچارج ڪرائي، هُوَ انکي رڪشا ۾ ويهاري، گھر ڏانهن وڃڻ لڳو. رستي ۾ ڏٺائين ته ماٽس ڏاڍي خوش هئي. هوءَ جڻ موت سان جنگ جوٽي، بازي کٽي آئي هئي.

ماءُ کي خوش ٿيندو ڏسي، نڄاڻ ڇو کيس ڪا خاص خوشي ڪانه ٿي. کيس لڳو تہ سندس گھر ۾ وري پراڻو ماحول شروع ٿي ويندو. وري جوٽس ۽ ماٽس جي وچ ۾ ڳالهه ڳالهه تي کٽ-پٽ شروع ٿي ويندي.

تڏهن وري کيس لڳو ته هن ڀي. ايف مان پئسا ڪڍائي سٺو نه ڪيو. ماءُ کي ته ڪجهه گهٽ وڌ ٿيو ڪونه ۽ گرهستي ته هلڪو آهي. پئسا ته گهر ۾ ئي خرچ ٿي ويندا.

هن وري سوچيو، ڪٿي پئسا گهر ۾ ئي خرچ ٿي ويا، ۽ ان بعد ئي امان کي ڪجهه ٿي پيو ته پوءِ؟... پوءِ هُو پئسا ڪٿان آڻيندو؟

تڏهن کيس لڳو ته ماءُ جي نه مرڻ جو کيس بيحد ڏک ٿي رهيو هو.

***

## ليکڪن ۽ ساهتيہ پريمين لاءِ خوشخبري

پهرين جنوري ۱۹۷٦ کان شروع

پرهہ ڦٽيءَ پاران

نئون ماهوار رسالو

# ساهتيہ

سمپادڪ: لعل پشپ

مواد جي چونڊ: لعل پشپ ۽ گنو سامتاڻي

جنوري ٧٦ جو، پهريون پرچو، ٢٥ ڊسمبر تي ظاهر، پرچي اندر ليکڪ آهن: موهن ڪلپنا، ڪرشن کٽواڻي، هريش واسواڻي، هيرو شيوڪاڻي، ڊاڪٽر ستيش روهڙا ۽ لعل پشپ.

نوٽ: اسان ليکڪن ۽ ساهت پريمين کي خاطري ٿا ڏيون تہ اڄ جڏهن سنڌي ساهتيہ ۾ هڪ بہ رسالو نہ آهي، جو باقاعدي ماهوار نڪرندو هجي اتي "ساهتيہ ماهوار" باقاعدي نڪرندو. پر ليکڪن کي ساڳي وقت سهڻي صلاح بہ ڏيونٿا تہ ساليانو چندو موڪلي اسانجا هٿ مضبوط ڪن ۽ مخزن کي باقاعدي بڻائڻ لاءِ، پنهنجون معياري تصنيفون اسانکي موڪلن. ساليانو چندو اٺ رپيا رکيو ويو آهي.

لعل پشپ – گنو سامتاڻي

ساهتيہ ماهوار، ٧، ڪرشنا ڪٽير، ڪار- پالي روڊ، بامبي-٥٢

# ڏياري ۽ نئين سال جون

گراهڪن، دوستن ۽ شڀ چنتڪن کي
لک لک واڌايون

* هميشه ياد رکو *

# رام دادلاڻي

## اسٽيٽ ايجنٽ


۵۰۶، ڪامرس هائوس،
۱۴۰، ميڊوز اسٽريٽ،
بامبي - 400001

هيڊ آفيس فون : 257476-259011-251508
سائيٽس جا فون: 212898-313112-361661-291099
گهر جا فون: 384518--365939

Oct, 75 | PRIHA PHHUTI | Regd. No.
Divali Issue | MONTHLY | MH/BYN/49

ورهاڱي کانپوءِ ڀارت ۾ ڇپيل سنڌي ڪهاڻين مان
اٽڪل هڪ هزار صفحن جون چونڊ بهترين ڪهاڻيون!
ٽن جلدن ۾: هر هڪ جلد جي چونڊ ڪندڙ سنڌيءَ
جو ٻرک ليکڪ!

هيءَ ٽيئون جلد توهانجي هٿن ۾ آهي.

ٻين ٻن جلدن جي چونڊ:

جلد (۱) — چونڊ ڪندڙ: گوبند مالهي.
ڪٿاڪار آهن: موهن ڪلپنا، لعل پشپ،
شيام جيسنگهاڻي، ايشور چندر، سگڻ آهوجا،
آنند گولاڻي، ڪرشن کٽواڻي، ڪيرت
ٻاٻاڻي، ڪلا پرڪاش ۽ ڪي. ايس. ٻالاڻي.

جلد (۲) — چونڊ ڪندڙ: ڪرشن راهي.
ڪٿاڪار آهن: لعل پشپ، موهن ڪلپنا،
گنو سامتاڻي، آنند گولاڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي،
ڪلا پرڪاش ۽ مايا راهي.

جلد (۳) چونڊ ڪندڙ: موهن ڪلپنا.
ڪٿاڪار آهن: گنو سامتاڻي، لعل پشپ،
انند کيماڻي، وشنو ڀاٽيا، هيرو شيوڪاڻي،
آنچل، سگڻ آهوجا، آنند گولاڻي، ڪرشن
راهي ۽ تيرٿ وسنت.

هر هڪ جلد جي قيمت ۶ رپيا. ٽنهي جلدن جي
اڳواٽ رقم موڪليندڙ لاءِ ۴۲ رپين بجاءِ فقط ۳۵ رپيا.

**Address : 7, Krishna Kutir, Khar-Pali Road,
Bombay-52.**